فاعتبروا يا اولي الابصار

محرم الحرام جي عزاداري جي متعلق

برجستہ تواريخي احوال

الموسوم بہ

# جواز البڪا

عرف

## محرم نامہ سنڌي


مصنف

وڏيرو حاجي مصري خان لغاري بلوچ زميندار

واگهوڙي تعلقہ جمس آباد



دفعہ اول ] ١٩٥٢ع [ جلد هڪ هزار

مطابق

١٣٧١ ھ

قيمت ١-٠-٠

# ڏيباچو

مونکي هن چند اکرن لکندي نهايت خوشي محسوس ٿي رهي آهي جو هي ڪتاب مسمي بـ " جواز البڪا - محرم نامه سنڌي " مون پنهنجي عمر ڀر جي مطالع ۽ تحقيق جو آئينه ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو آهي .

هي ڪتاب ڪربلا جي واقع ۽ حضرت امام حسين عليه السلام جي لاءِ گريه ۽ بڪا جي بيان ۾ هڪ مختصر ۽ بلڪل لاثاني ڪتاب آهي! جنهن ۾ حضرت آدم کان وٺي حضرت امام حسين لاءِ گريه جي شروعات ٿي آهي. خود حضرت آدم حضرت امامؑ حسين لاءِ رنو آهي پهرين اها مجلس هئي جا حضرت جبرئيل عليه السلام حضرت آدم عليه السلام کي دعائي توبه تعليم ڪرڻ وقت ذڪر شهادت امام حسين ۽ واقعه ڪربلا جو بيان ڪيو. ان وقت حضرت جبرئيل ذاڪر هو ۽ حضرت آدم مجلسي هو. اها مظلوم امام جي غم جي پهرين مجلس هئي جا سڀني انبياءَ ۽ سڀني ملائڪ ٻڌي!

حضرت هابيل جي شهيد ٿيڻ ڪري حضرت آدم هڪ سئو سال لاءِ غمگين رهيو. شهيدن جي غم ۾ هي ٻي مجلس هئي جنهن موجب شهيدن جي غم ۾ روئڻ

سيد الانبياء ٿيو اهڙيءَ طرح حضرت آدم کان وٺي حضرت نوح حضرت ابراهيم حضرت اسماعيل حضرت محمد مصطفيٰ حضرت علي المرتضيٰ جناب خاتون جنت فاطمه الزهرا عليهم الصلوات والسلام ۽ امهات المؤمنين ازواج حضرت رسول صلعم ۽ اصحاب ڪرام ۽ آئمه اثنا عشر ۽ آئمه اربعه ۽ علماء متقدمين ۽ متاخرين حضرت امام حسين عليه السلام جي لاءِ روج ڪيو آهي.

ثبوت لاءِ قرآن مجيد، تفسير، حديث ۽ تواريخ معتبره مان چوني ۽ ڇانٽي روايتن جا ٿورا جسته جسته حوالا پيش ڪيا ويا آهن جنهن بابت اميد ته اسلام جي ڪنهن فرقه جي ڪنهن به انصاف پسند لاءِ ڪنهن به شڪ شبهه جو سبب باقي نه رهندو ۽ هن ڪتاب جي مضمون ۾ ڪنهن صاحب جي دل شڪني ۽ دل آزاري جهڙو ڪو به لفظ ڪتب نه آندو ويو آهي جنهنڪري اميد ته هي ڪتاب منصف مزاج احباب جي لاءِ هڪ لاجواب تحفه ٿيندو. فقط والسلام

تاريخ ١٢ ذوالقعد سنه ١٣٧١ ھ

احقر العباد، بنده حاجي مصري خان لغاري ولد
فقير غلام محمد ڪربلائي شهر واڳهر جي
ضلع ميرپور خاص

بسم الله الرحمان الرحيم

الحمد لله الذي هدانا علي دين محمد صلي الله عليه وآله وسلم.

برادران اسلام! توهان صاحبن کي معلوم هوندو ته اسلامي دنيا ۾ جيڪي وڏا واقعات ۽ وڏا ڏينهن ۽ وڏيون يادگيريون آهن انهن ۾ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت (١٠ محرم) جو واقعو به هڪ يادگار واقعو آهي. جنهن جي حقيقت کان ڪو به انسان بالخصوص اهل اسلام ناواقف ڪونه آهي.

محرم خصوصا روز عاشوره جي متعلق اهميت اختلاف آهي تنهنڪري مون مسڪين خادم الاسلام مناسب ڄاتو ته پنهنجي معلومات مطابق پنهنجي اسلامي ڀائرن جي واقفيت لاءِ قرآن ۽ حديث ۽ تواريخي ڪتابن جي ترجمن حوالن سان جيتري قدر ٿي سگهي احوال پيش ڪريان! تا ڪه هڪ عام مسلمانن کي انهي متعلق واقفيت اهم پهچي ۽ ٻي طرف اهو ڪم ڪار ثواب سمجهي انجي اجر لاءِ الله تبارڪ وتعالى ۽ حضرات چهارده معصومين عليهم السلام جي در تي اميدوار آهيان!

## گريه و بڪا

واضح هجي ته روئڻ اصل ۾ سنت انبيا ۽ اولياء آهي، ڪتاب حيات القلوب ۾ آهي ته حضرت آدم

عليه السلام خدا جي خوف ۾ ايترو روئو جو هڪ پاڻي
جي نهر وهي هلي ۽ ان مان جهنگلي جانور پاڻي پيئڻ
لڳا، ۽ ساوو گاهه پيدا ٿيو! حضرت آدم عليه السلام جي
آهه ۽ زاري تي الله تعالى جلشانه کي رحم آيو ۽ سندس
توبهه قبول ٿي "فتلقى آدم من ربه كلمت فتاب عليه انه
هو التواب الرحيم. يعني

سوره هود ۾ آهي ته "ان ابراهيم لحليم اواه منيب"
يعني بيشڪ ابراهيم حليم ۽ اوڊار ۽ خدا جو نيڪ آهي

سوره يوسف ۾ "قال يا اسفى على يوسف وابيضت
عينه من الحزن فهو كظيم يعني افسوس آهي يوسف
جهڙو پٽ گم ٿي ويو (فراق يوسف ۾ حضرت يعقوب
جون) اکيون روئندي روئندي سفيد ٿي ويون ۽ هو
وڏو صابر هو!

حضرت امام حسين عليه السلام لاءِ روئڻ ۾ سنت
انبيا ۽ سنت ملائڪ مقربين سنت خلفاء راشدين، آئمه
اثنا عشر ۽ سنت امهات المومنين سنت اصحاب ڪبار ۽
سنت آئمه اربعه ۽ سنت علماء متقدمين ۽ متاخرين
آهي، ڪتاب درالثمين ۾ علامه شافعي لکيو آهي
ته حضرت جبرئيل بحڪم آيت مجيده "فتلقى آدم
الخ" سان گڏ حضرت آدم عليه السلام کي " يا حميد
بحق محمد يا عالي بحق علي يا فاطر بحق فاطمه يا
محسن بحق حسن يا قديم الاحسان بحق حسين فلما

ذڪر الحسين سالت دعوءِ دعا تمام ڪئي - ۽
حضرت آدم اها دعا پڙهڻ شروع ڪئي جڏهن نام،
حسين زبان تي آيو تڏهن بي اختيار اکين مان غم جون
ھنجون جاري ٿيون ۽ دل افگار ٿي - جڏهن ته حضرت
آدم دريافت ڪيو ايءُ جبرئيل ڪهڙو سبب آهي
آئون پنجين بزرگوار جو نالو وٺان ٿو ته دل افگار ٿي
ٿئي ۽ بي اختيار روئڻ اچي ٿو-، حضرت جبرئيل
فرمايو ته اي آدم تنهنجي الهي فرزند تي اهڙيون
مصيبتون گذرنديون جو انجي مقابلي ۾ تمام دنيا جون
مصيبتون ڪجهه به نه آهن! حضرت آدم پڇيو ته اهي
ڪهڙيون مصيبتون هونديون حضرت جبرئيل چيو ته
اي آدم تنهنجو فرزند امام حسين پياسو ۽ غـريب
الوطن پرديس ۾ اهڙي حالت ۾ ماريو ويندو جو انجو
ڪو يار الصادق مددگار نه هوندو ۽ مثل گوسفند قرباني
جي ڪٺو ويندو ۽ انجو مال اسباب لٽيو ويندو ۽ وان
جو سر ڌار ڪري نيزه تي چاڙهي شهر بشهر ڦيرايـو
ويندو. سندس ڪل آل اطفال کي قيدي بنايو ويندو
پوءِ حضرت آدم ۽ حضرت جبرئيل عليهم السلام ٻئي
اهڙي طرح رنا جهڙي طرح ڪا ماءُ پنهنجي نوجوان پٽ
جي موٽ وقت روئندي آهي.

اها حضرت امام حسين عليه السلام جي غم جي پهرين
مجلس هئي جنهن ۾ حضرت جبرئيل ذاڪر ۽ حضرت

آدم مجلسي هو جنهن ڪري اها پهريان سنت انبياء ۽
سنت ملائڪ ٿيو!

علامه ثعلبي لکيو آهي ته جڏهن قابيل حضرت
هابيل کي شهيد ڪيو تڏهن انهي غم ۾ حضرت آدم
هڪ سؤ سال تائين روئندو رهيو. جنهن موجب شهيدن
جي غم ۾ روئڻ سنت انبياء ٿيو.

علامه ڪاشفي ڪتاب معارج النبوت ۾ حضرات
اهلبيت عليهم السلام کان روايت ڪئي آهي ته جڏهن
حضرت نوح عليه السلام خداوند عالم جي حڪم سان
ڪشتي تيار ڪئي تڏهن حضرت جبرائيل قدرتي
۵- پنج ميخون آندائون ۽ حضرت نوح کي ڪشتي ۾
هڻڻ لاءِ ڏنائين ۽ چيائين ته هي دعائي متبرڪ پڙهو "
احق محمد والمحمود ، احق علي والاعلي احق
فاطمه والفاطر السموات احق حسن والمحسن
احق حسين والقديم الاحسان " جنهن ڪري
حضرت نوح عليه السلام مذڪور دعا کي ورد ڪري
پهرين ڪشتي ۾ چار ميخون هنيون جڏهن پنجين
ميخ هنيائين ۽ حضرت امام حسين جو نالو ورتائين تڏهن
سندس دل بيقرار ٿي ۽ اکين مان روئندي غم جا
ڳوڙها ڪريا. تڏهن حضرت جبرائيل کان پڇيائين ته
ڪهڙو سبب آهي جو پنجين بزرگوار جي نالي وٺڻ سان
دل بيچين ٿي ۽ اکين مان زارو قطار ڳوڙها جاري ٿيو

آهي. حضرت جبرئيل ڪربلا جو قصو بيان ڪيو جنهن
ڪري حضرت نوح عليه السلام تمام گهڻو رنو ۽ ٻيو حضرت
امام حسين عليه السلام جي غم جي اها مجلس هئي جنهن
۾ حضرت جبرئيل ذاڪر ۽ حضرت نوح مجلسي هئا!

حضرت امام علي رضا عليه السلام کان روايت آهي
ته جڏهن حضرت ابراهيم حضرت اسماعيل کي قرباني
ڪرڻ لاءِ لٽايو تڏهن ڪاتي نه وهي حضرت اسماعيل
جي بدلي دنبو ذبح ٿيو حضرت ابراهيم کي ارمان ٿيو
ته شايد منهنجي قرباني بارگاه ايزدي ۾ مستجاب نه ٿي
تڏهن ٿي حضرت جبرئيل امين حاضر خدمت ٿي چيو
ته خداوند عالم فرمايو آهي ته اي ابراهيم تون دنيا ۾
سڀ کان وڌيڪ ڪنهن کي پيارو سمجهين ٿو.
حضرت ابراهيم چيو ته آئون پنهنجي حبيب محمد مصطفيٰ
صلي الله عليه وآله وسلم کي پيارو سمجهان ٿو وري حڪم
ٿيو ته تون پنهنجي پٽ اسماعيل کي پيارو ٿو سمجهين
يا حضرت محمد مصطفيٰ جي پٽ حسين کي حضرت
ابراهيم چيو ته آئون حضرت محمد مصطفيٰ جي پٽ
حسين کي وڌيڪ پيارو سمجهان ٿو. تڏهن ارشاد ٿيو
ته اي ابراهيم پنهنجي هٿان پنهنجي پٽ اسماعيل جي
ذبح ٿيڻ جو توکي زياده ارمان ٿيندو يا محمد مصطفيٰ
جي پٽ حسين جو دشمن جي هٿان پياسي شهيد ٿيڻ
جو ارمان وڌيڪ ٿيندو تڏهن ٿي حضرت ابراهيم چيو

ته مولکي حسين جي شهادت جو ارمان وڌيڪ ٿيندو

حضرت جبرئيل الهيءَ کان پوءِ چيو ته اي ابراهيم
محمد مصطفيٰ جو پٽ حسين ميدان ڪربلا ۾ ٽن ڏينهن
جو بکيو پياسو شهيد ڪيو ويندو. جنهن ڪري اهڙي
طرح حضرت ابراهيم حضرت جبرئيل کان ميدان ڪربلا
جو قصو ٻڌي گهڻو رنو. اها مجلس حضرت امام حسين
عليه السلام جي غم جي ٻي مجلس آهي جنهن ۾ حضرت
جبرئيل ذاڪر ۽ حضرت ابراهيم مجلسي آهي.

قرآن شريف جي آيت واري هدايت "وفديناه
بذبح عظيم" جي تفسير ۽ احاديث ۽ تواريخ جي
ڪتابن ۾ آيو آهي ته حضرت ابراهيم بارگاهه ايزدي ۾
"ذبح عظيم" جي اسرار مان واقفيت حاصل ڪرڻ
لاءِ عرض ڪيو. ارشاد ٿيو ته تنهنجو پٽ اسماعيل
حضرت محمد مصطفيٰ خاتم الانبياء جي نور جو حامل
آهي تنهن ڪري ڪس بچايو ويو آهي. تنهن کان پوءِ
حضرت ابراهيم جي نظر کان پردو هٽايو ويو ۽ حضرت
محمد مصطفيٰ ۽ آل محمد عليهم الصلوات والسلام جي
زيارت ڪرائي وئي. حضرت ابراهيم کي معلوم ڪرايو
ويو ته امام حسين کي ظالم اشقيا ميدان ڪربلا ۾ اهڙي
غربت ۽ بيڪسي جي حالت ۾ شهيد ڪندا جو ان
لاءِ زمين آسمان روئندا، اڏامندڙ پکي ۽ زمين سان
هلندڙ جاندار روئندا.

مٿين حقيقت جي تصديق باب سنڌ جي سلطان الاوليا
شاه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمه، فرمايو آهي ته :-

حسن ۽ حسين اٿي رسول جن ٻولين
گهر ماڻهو جهنگ مرون اڃين ۾ ملڪن
ڪين ٻاڻ ڀڃاڻيو ته الله ٻو هوت وڃن
الا! شهزادن، سوين ڏکن سڀا ڏٺي

حضرت ابراهيم کي ٻڌايو ويو ته حضرت امام حسين
جي غم ۾ روئڻ ڪري ڪوڪي ايترو ثواب ٿيو آهي
جيترو حضرت اسماعيل جي ذبح ٿيڻ ڪري ٿئي ها!
ڏسو ڪتاب ١- روضة الشهدا ٢- حبيب السير
٣- معارج النبوت ٤- منهاج الطالبين وغيره وغيره.
علامه ابو جعفر محمد بن جرير بن رستم الطبري ڪتاب
دلائل امامت ۾ لکي فرمايو آهي حضرت امام حسين جي
ولادت جي ڏينهن سندس شهادت جا ذڪر اذڪار
شروع ٿي ويا.

۽ جا بجا مجلسون شروع ٿي ويون، ڪٿي حضرت
جبرئيل ذاڪر هو ته ڪٿي ملڪ المطر ۽ ڪٿي هوا جا
فرشتا، ڪيترا هزار فرشتا حضرت حسين جي ولادت
جي مبارڪ ڏيڻ کان پوء شهادت جي پرچاڻي ته ڏيندا
رهيا، سڀ کان اول حضرت فاطمه الزهرا سلام الله
عليها جو گهر ماتم ڪده ٿيو، جنهن ڀٽائي صاحب فرمايو
آهي ته.

حسنئي حسن لئي ، اهڙي ڳالهه چئي
تنهان پوءِ لئي ، خبر ساري لوڪ کي

تنهن کان پوءِ حضرات ازواج پيغمبر اسلام ماتم ڪاله
ڪيا. تنهن کان پوءِ مسجد اندر مجلس خالي ڪيو.
جتي ذڪر ڪندڙ حضرت رسول مقبول صلعم هو ۽
ٻڌندڙ ازواج پيغمبر صلعم ۽ اصحاب ڪبار وغيره هم آهن.
جناب صفيه بنت عبدالمطلب ( آنحضرت صلعم
جنهجي ڦڦي) فرمايو آهي ته اڃا حضرت حسن جو وقت
ڄائي ڄوت هو ته حضرت رسول ڪريم فرمايو ته اي ڦڦي
منهنجي پٽ حسن کي مولوت کڻي اچ تنهن مون
ڏيو ته يا حضرت اڃان اسان ان کي پاڪ نه ڪيو
آهي حضرت جن فرمايو ته اوهان ان کي ڇا پاڪ ڪندا؟
جنهنکي خداوند عالم هر ناپاڪائي ۽ برائيءَ کان پاڪ
ڪيو آهي. حضرت صفيه فرمائي ٿي ته آئون حسن
کي حضرت رسول ڪريم جي وٽ کڻي آئس.
حضرت رسول ڪريم جن حسين کي پنهنجي جهولي
۾ وٺي پنهنجي پاڪ زبان مقدس منهن ۾ ڏني.
جنهن مان هڪ کير جو چشمو جاري ٿيو، پوءِ پيشاني
تي ٻچي ( حسن ) کي چمي ڏني ۽ وري مولکي ڏنو
۽ ڳالهه حضرت جن روئي ڏنو ۽ ٣ ٽي دفعه فرمايائون
ته " لعن الله قوما قاتلوڪ يا بنيا " يعني اي پٽ!
الله جي لعنت هجي انهيءَ قوم تي جا توکي قتل

ڪندي . تنهن تي مون پڇيو تہ . يا حضرت هي
ڪهڙي ماجرا آهي . پاڻ فرمايائون تہ هن منهنجي
پٽ کي منهنجي امت مان هڪ ظالم جماعت
قتل ڪندي .

ڪتاب صواعق محرقہ ۽ روضة الشهداء ۾
ام المؤمنين بيبي عائشہ کان روايت آهي تہ مون کي
حضرت رسول خدا صلعم خبر ڏني تہ حضرت جبرئيل
کان خبر پهتي آهي تہ منهنجي هن پٽ حسين کي
ميدان ڪربلا ۾ ناحق قتل ڪيو ويندو . حضرت
رسول خدا ميدان ڪربلا جي مٽي بہ مون کي ڏني آهي!

علامہ ابو مسلم بن عبدالرحمان کان روايت آهي تہ
هڪ روز حضرت رسول خدا ام المؤمنين بيبي عائشہ
جي گهر ۾ بالا خانہ ۾ رونق افروز هئا ، ۽ اتي حضرت
امام حسين عليہ السلام بہ ويٺل هو تڏهن حضرت جبرئيل
آيو ۽ چيائين يا رسول الله تنهنجي هن فرزند کي تنهن
جي امت ناحق قتل ڪندي اهڙي طرح ام المومنين
بي بي عائشہ جي گهر ۾ بہ مجلسون ٿي گذريون . ڪتاب
روضة الشهدا ۾ ملان حسين ڪاشفي فرمايو آهي تہ
حضرت انس بن مالڪ صحابي کان روايت آهي تہ
هڪ روز حضرت حسين جي جنم وقت جبرئيل
مبارڪ بادي ڏني ان سان گڏ حضرت حسين جي
شهادت جي اوچاڻي بہ ڏني تڏهن رسول فرمايو تہ

ٻر چاڙهي ڪوڙي . تڏهن جبرئيل فرمايو اي نبي الله
جڏهن نه تون هوندين نه علي هوندو ۽ نه حضرت
فاطمه هوندي تڏهن تنهنجي هن حسين کي ظالم امت
بيگناه بنا آب و غذا جي قتل ڪندي تڏهن حضرت
رسول ڪريم زار زار روئي ۽ چيائين ته پوءِ حسين جي
غم ۾ ڪير روئندو تڏهن جبرئيل چيو ته يا رسول الله
تنهنجي امت حسين لاءِ هر سال روئندي رهندي .
حضرت سعيد اصحابي حضرت عبدالله ابن عباس کان
روايت ڪئي آهي ته هڪ روز حضرت علي حضرت
رسول خدا کي عرض ڪيو ته يا رسول الله معلوم ٿئي
ٿو ته حضور جن حضرت عقيل کي گهڻو ٿا ڀائين تڏهن
حضرت جن فرمايو ته ان سان ٻٽي محبت اٿم هڪ ته
ذاتي محبت ۽ ٻيو تنهنجي چاچي ابو طالب جي ڪري
اي ابو الحسن هڪ روز ايندو جڏهن سڀ کان اول
منهنجي حسين شهيد جي مٿان عقيل جو فرزند قربان
ٿيندو ۽ ان شهداء جي غم ۾ هر سال مومن روئندا ۽
ملائڪ مقربين ان شهدا تي درود سلام عرض ڪندا.
ائين چئي حضرت رسول خدا ايترو رنا جو دامن تر
ٿي وئي. ڪتاب صواعق محرقه صفحه نمبر ١٤١ ۾ آهي
ته حضرت جبرئيل جناب رسولخدا کي اها خاڪ ڏيکاري
جنهن سرزمين تي حضرت حسين شهيد ٿيڻو هو ۽
چيائين ته روز شهادت اها خاڪ خون ٿي ويندي . پوءِ

اها مٽي رسول ڪريم ام المومنين حضرت ام سلمه کي
ڏني. بي بي صاحبه ان مٽي کي هڪ شيشي ۾ بند
ڪري رکيو آخر زمانو ويو گذرندو ويو ته اهو روز
شهادت حضرت حسين جو آيو ته اها خاڪ خون ٿي
وئي. هن مٽي بابت ڪل واقعي کي تمام گهڻن علماء
محدثن پنهنجي تصنيفات ۾ ثبت قلم ڪيو آهي، ان جو
ڪجهه حال هيٺ بيان ڪجي ٿو. مثلا مشڪوات شريف
صفحه ٧٠٩، رساله بلاء المبين، علامه معجم مغربي، امام
طبراني، شيخ عبدالحق دهلوي، طبقات ابن سعد
ترمذي، ڪتاب مسند امام احمد حنبل، علامه بيهقي
ڪتاب شواهد النبوت ملا عبدالرحمان جامي ۽ ٻين
ڪيترن علامن لکيو آهي. ۽ حضرت علي ۽ عبدالله
ابن عباس ۽ انس بن مالڪ ۽ ام المومنين ام سلمه ۽
ام المومنين بي بي عائشه ۽ حضرت زينب بنت جحش ۽
ام الفضل کان مٽي بابت ڪل واقعه جي تصديق ڪئي
آهي ۽ ڪتاب تنبيه ۾ روايت آهي ته حضرت ام المومنين
حضرت زينب بنت جحش کان روايت آهي ته هڪ
روز ٻن پهرن جي وقت حضرت رسول ڪريم آرام ڪري
رهيا هئا ۽ مون کي چيائون ته دروازو بند ڪري ڇڏ.
مون دروازو بند ڪري ڇڏيو ٿوري دير کان پوءِ
حضرت حسين آيو ۽ پنهنجي ننڍين هٿن سان دروازو
کڙڪايو ۽ مون دروازو کوليو. حضرت حسين اندر آيو

چماڻ ته ڪالو سال ڪٿي آهي مون چيو ته حضور جن
آرام ڪري رهيا آهن اون اوور واند ڪري ٻوء اچ.
ٻه حضرت حسن چيو ته آئون ڪالي وٽ ويندس ايئن
چئي حضرت حسن اندر هليو آيو ۽ حضرت رسول
جي سيني تي لوٽڻ لڳو ۽ حضرت جاڳيو ۽ حضرت
حسن کي پيار ڪرڻ لڳو ۽ روئڻ لڳو تڏهن مون
عرض ڪيو يا رسول الله ڪهڙو سبب آهي جو
حضور جن روئن ٿا تڏهن حضرت نبي الله چيو ته هي
منهنجو پٽ حسن شط فرات تي ذبح ڪيو ويندو.
ڪتاب روضة عزام آهي ته هڪ روز حضرت اسماعيل
پنهنجون رڍون نهر فرات جي ڪپ تي پاڻي پيارڻ
آيو. اهو هنڌ ميدان ڪربلا وارو هو جو اُتي رڍن پاڻي
نه پيتو تڏهين حضرت اسماعيل عرض ڪيو ته يا الله
هي ڪهڙو سبب آهي جو منهنجي ڌڻ اڄ پاڻي نه
پيتو آهي تڏهن حڪم ٿيو اي اسماعيل هي اهو
هنڌ آهي جتي حضرت حسن کي ٽن ڏينهن جو پياسو
شهيد ڪيو ويندو تڏهن حضرت اسماعيل امام گهڻو
گريو ڪيو.

ڪتاب حيات القلوب مجلس نمبر ٢١ ۾ آهي ته
هڪ روز حضرت جبرئيل حضرت رسول کي عرض
ڪيو ته يا رسول الله حضرت حسن جي ماتم داري هر
سال محرم جي مهيني ۾ ٿيندي رهندي. علامه ابن

حجر عسقلاني ڪتاب صواعق محرقه ۾ روايت ڪئي
آهي ته هڪ روز سفر جي حالت ۾ حضرت علي مرتضيٰ
ڪربلا جي زمين کان اچي لنگهيائو ٿيا جڏهن حضرت
حسين جي قبر واري جاءِ وٽ آيا تڏهن فرمايائون ته
هتي اسانجي اٺن ويهارڻ جو هنڌ آهي ۽ هتي اسانجي
اسباب رکڻ جو هنڌ آهي ۽ اسانجي رت وهائڻ جو
هنڌ آهي ۽ هتي اهلبيت رسول جا ماڻهو ماريا ويندا
۽ انهن لاءِ آسمان ۽ زمين روئيندا. ڪتاب روضة الشهدا
۾ علامه ڪاشفي لکي فرمائي ٿو ته. جڏهن حضرت
امام حسن ابن علي جي شهادت جو وقت آيو ۽ ساري
بدن ۾ زهر جو اثر پکڙجي ويو ۽ حضرت حسن جو
جگر زهر جي اثر کان ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٻاهر نڪري آيو
تڏهن اوچتو حضرت امام حسن جو رنگ مبارڪ زرد ۽
۽ سائو ٿيڻ لڳو ۽ حالت متغير ٿي تڏهن حضرت اهلبيت
اطهار موجود هئا ته حضرت حسين پنهنجي دستار مبارڪ
لاهي رکي ۽ واآهاه جو آواز بلند ڪرڻ لڳو ۽ خاندان
رسالتپناه ۾ قيامت برپا ٿي وئي ۽ حضرت حسين چيو
ادا حسن توهانجي بدن مبارڪ جو رنگ ڇو سائو ٿي
ويو آهي تڏهن حضرت امام حسن فرمايو ته صدق الله
وصدق الرسول الله بوءِ فرمايائون ته مونکي پنهنجي
ناني ابي فرمايو هو ته شب معراج جڏهن آءٌ بهشت ۾
ويو هوس تڏهن مون ٻه عاليشان قصر ڏسڻ ۾ آيا هڪ جو

رنگ سبز زمرد جهڙو هو ۽ ٻي جو رنگ سرخ ياقوت
جهڙو هو تڏهن حضرت جبرئيل کان پڇيم ته اي اخي
جبرئيل هي ٻئي علامت ڪنهنجي لاءِ آهن تڏهن
حضرت جبرئيل چيو ته يارسول الله هڪ مثل حضرت
حسن ۽ ٻيو حضرت حسين لاءِ آهي تڏهن مون چيو.
هڪ سبز رنگ ۽ ٻيو سرخ رنگ آهي هن جو ڪهڙو
سبب آهي تڏهن جبرئيل چيو يا نبي الله هن وقت
مونکي مانت ۽ شرم ٿو اچي جو اوکي هن وقت غمناڪ
احوال ٻڌايان. حضور، انهيءَ جو احوال هن ريت آهي
ته تنهنجي پٽ حسن کي زهر ڏنو ويندو ۽ جو زهر جي
اثر کان ان جو رنگ سائو ٿي ويندو ۽ تنهن ڪري
خداوند ڪريم ان جي لاءِ سبز رنگ جو مثل تيار ڪيو
آهي ۽ تنهنجي پٽ حسين کي ميدان ڪربلا ۾ ٽن ڏينهن
جو پياسو ۽ اڪيلو خنجر جفا سان شهيد ڪيو ويندو ۽
ٻه ڪفن ۽ بي دفن رڻ ۾ ڇڏيو ويندو ۽ سندس لاش
مبارڪ رت ۾ سرخ هوندي ان سبب خداوند عالم
ان جي لاءِ سرخ ياقوتي مثل تيار ڪيو آهي تڏهن
اهو احوال ٻڌي جناب رسول خدا ء رنو ۽ حضرت
جبرئيل ء رنو. هي مجلس بهشت ۾ ٿي گذري. ڪتاب
ناسخ التواريخ صفحه ۴۱۵ ۾ هڪ حديث وارد ٿيل
آهي ته حضرت رسولخدا فرمايو ته منهنجي امت هر
سال منهنجي پٽ حسين لاءِ ٿين سرماتمداري ڪندي

روئندي ۽ جيڪو ماڻهون منهنجي پٽ حسين جي غم
۾ ڏک ڪري روئندو ۽ هائيندو ان کي روز قيامت خداوند
عالم خوش ۽ شادان ڪندو. تفسير خازن صفحه ٤٥٠
۾ آهي ته حضرت آدم حضرت نوح حضرت ابراهيم
حضرت شعيب وغيره وارا هئا. ڪتاب شرح مشڪوات
جلد پنجم صفحه ٦٠٤ ۾ آهي ته حضرت امام حسين
فرمايو آهي ته جنهن ماڻهو جي اک مان ڏک ۾ ڳوڙهو
اسان جي مصيبت ۾ نڪرندي ان کي خداوند عالم
جنت عطا ڪندو. ڪتاب مسلم سوره الدخان آيت
نمبر ٢٨ ۾ فما بڪت عليهم السماء جي تفسير ۾ لکيل آهي
ته حضرت حسين جي غم ۾ آسمان رنو ۽ ان جي روئڻ
جي نشاني آسمان جو سرخ ٿيڻ آهي. ڪتاب عارف
الڪفايت ۾ آهي ته امام شافعي ڪيترا مرثيه تصنيف
ڪيا هئا ۽ پاڻ به مجلس عزا پڙهندو هو. حافظ جمال الدين
زرندي ڪتاب معراج الوصول ۾ امام شافعي جا ڪيترا
مرثيه لکيا آهن. ڪتاب دلائل النبوت ۽ ترمذي ۽
مشڪوات جلد نمبر ٨ صفحه ١٤٠ مسند امام احمد حنبل
جلد اول صفحه ٢٨٣ ۾ آهي ته حضرت عبدالله ابن
عباس کان روايت آهي ته مون ٻن پهرن جي وقت
خواب ۾ ڏٺو ته حضرت رسول ڪريم جا وار مبارڪ
سر جا گرد آلود ۽ پريشان آهن ۽ سندس هٿ ۾ هڪ
خون ڀريل شيشو آهي تڏهن مون عرض ڪيو يا رسول

الله هي ڪهڙي ماجرا آهي ته هين پاڪ فرمايائون ته
آئون حسين جي غم ۾ غمگين آهيان، هي خون منهنجي
پٽ حسين شهيد ڪربلا جو آهي- ڪتاب ينابيع المودت
مطبع استنبول صفحه ٣٢٢ ۾ علامه شيخ سليمان حنفي
لکي ٿو ته حضرت امام حسين عليه السلام جي روز
شهادت کان پوءِ آسمان چاليه ڏينهن رئندو رهيو
ڪتاب صواعق محرقه علامه ابن حجر مکي لکي ٿو
ته روز شهادت امام حسين جي آسمان ڪارو ٿي ويو
۽ ماتمي لباس ڪيو ۽ ڏينهن جو تارا ڏسڻ ۾ آيا، ڪو
پٿر زمين تان کڻيو ويندو هو ته تازو خون جوش
ماري نڪرندو هو ۽ آسمان ۾ سج ڪارو ٿي ويو هو
۽ ماڻهن گمان ڪيو ته قيامت برپا ٿي وئي آهي. ان
ڏينهن آسمان مان خون وٺو، جن ماڻهن جي ڪپڙن تي
رت وٺو سي ڪپڙا ڌوئڻ سان به خون نه لٿو تان جو
اهي ڪپڙا ڦاٽي ويا. ڪتاب مسند احمد حنبل ۾ آهي
ته جو شخص حضرت امام حسين جي شهادت لاءِ اک
مان هڪ ڦڙو هاريندو آن کي خداوند عالم جنت
۾ هڪ جاءِ ڏيندو. ڪتاب توضيح [illegible] ۾ آهي ته
امام ابو حنيفه حضرت حسين جي ماتمداري ڪندو
هو ۽ مجلسون پڙهندو هو. ڪتاب غنيت الطالبين مطبع
لاهور نمبر ٥٨٢ ۾ حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني لکي
ٿو ته روز شهادت حضرت امام حسين جي خدا جي

حڪم سان ستر هزار ملائڪ آسمان کان لٿا آهن جي
قبر اطهر امام حسن تي قيامت تائين عزاداري ڪندا
رهندا. ڪتاب مقتل الحسين جي الڳي سان ٻارهين
صديءَ کان چوڏهين صدي تائين هر زماني ۾ علمائي
اسلام ڪتاب ۽ تواريخ لکندا آيا آهن جن ۾ ايڪٽيهه
ڪتاب وڏو عربي تواريخون آهن. ڪتاب سرالشهادتين
صفحو ٣٦ ۾ شاهه عبدالعزيز دهلوي هم زمان احمد يار
ساڪن گنج گهگهر ١١٨٩ ۾ محرم جي رسم بجا آوري
بابت لکيو هو، هن جو سچو نقل فارسي جو ترجمو آهي
جو هيٺ سنڌي ۾ پيش ڪجي ٿو. اسانکي توهانجو ڀيڄيو
خط پهتو اُن ۾ محرم جي رسومات بابت احوال طلب
ڪيل آهي. محرم بابت اسانجو عقيدو ۽ رسم رواج
آهي سو توهان صاحبن لاءِ لکون ٿا اميد ته هن مان
توهان سڀ ڪجهه معلوم ڪري سگهندا. اسان وٽ
هيڏي سال ۾ ٻه مجلسون ٿين ٿيون هڪ حضرت رسول
خدا جي وفات جي وقت ۽ ٻي لائين يا ڏهين حسن
جي مجلس ٿيندي آهي ٻه هزار کن ماڻهون اچن ٿا
اُن ۾ حضرت حسن جي شهادت بابت صحيح حديثون ۽
فضائل جا ذڪر حضرت امام حسن جي شهادت ۾ وارد
ٿيل آهن سي پڙهندا آهيون ۽ خوش الحان پڙهڻ
ڪري اسان ٻاڄ ۾ حاضرين مجلس گريه ۽ بڪا ڪريون
ٿا ۽ ختم قرآن ۽ پنج آيتون پڙهون ٿا ۽ حضرت

ام المومنين ام سلمه زوجه رسول خدا جهڙي فرياد
جنهن ۾ ٻارهين جا روز شهادت امام حسين جي ٻڌا هئا
سي بيان ڪيا وڃن ٿا ۽ جهڙيون سختيون روز
شهادت امام حسين تي ٿيون سي بيان ڪيون وڃن
ٿيون. اسان وٽ اهو جائز آهي. اگر اسان وٽ جائز نه
هجن ها ته اسان اصل نه ڪريون ها ۽ نه اهڙو قدم
کڻون ها ۽ باقي جهڙيون ڳالهيون ناجائز آهن ان جي
بيان ڪرڻ جي ضرورت نه آهي. اخبار الجمعيت
نمبر ١٠ مطابق ١٣ جون ١٩٣٠ صفحه پهرين ڪالم ٢
جمعيت العلماء هند دهلي زير اثر مولانا محمد ڪفايت
الله ۽ مولانا احمد سعيد جي زير نظر نڪرندي آهي
ان ۾ محرم بابت هن ريت لکيل آهي ته حضرت
رسول خدا جي وفات بعد وڏو واقعه محرم مهيني ۾
حضرت امام حسين جگر گوشه رسول مقبول و حضرت
فاطمة الزهرا سيدة النساء العالمين جي شهادت جو آهي
جنهن جي لکڻ جي طاقت نه قلم کي آهي نه زبان کي آهي
امام عالي مقام جي مظلومانه شهادت اهلبيت رسول
جي بيڪسانه حالت ۽ غربت تي زمين ۽ آسمان رنا ۽
جنن فرياد ڪيا ۽ هر مسلمان جو ٻچو ٻچو جنهن کي
ان رسول الله سان ڪجهه به تعلقات ظاهر يا باطن
آهي سو روئيندو ۽ رهندو. هن فقري تي سلطان العارفين
شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمه فرمائي ٿو:-

حسن ۽ حسين جو جن سان همسري جاءِ
خالق رب جهان نور سان موهيندو تن کي

مولانا محمد علي دهلوي فرمائين ٿو :-

قتل حسين اصل مين مرگ يزيد هئي
اسلام زنده هوتا هي هر کربلا کي بعد

باوا گرو نانڪ جو چوڻ آهي ته :-

نام گرو حسين کا جانے سب سنسار
سر کٽا کي جگت مين کيا هي جگ اوچار

سلطان عالمگير اورنگزيب جي زماني جو هڪ تاريخي واقعو هن طرح بيان ڪيل آهي ته ڪن ملا صاحبن جي گهٽي سٽ سٽاءَ تي بادشاه حڪم ڪيو ته هن سال سرڪاري طرح رسومات محرم جي بندش آهي تنهن ڪري ڪوئي به اهل حال مجلس عزاداري نه ڪري. اهڙو نوٽيس هر هڪ عزادار کي رسايو ويو هڪ فقير جنگل بيابان ۾ به رسم عزاداري ڪندو هو تنهن کي به نوٽيس ڏنو ويو. ڏسو قدرت خدا جي معجزه جو نظارو، اچان پهرين تاريخ محرم شروع ٿي ته هن فقير جي عزاخاني وٽان زمين ڦاٽي پئي ۽ هڪ خون جو چشمو جاري ٿيو ۽ وهڻ لڳو ۽ هيءَ ڳالهه اچي اخبارن ۾ پئي. ان جي چشم ديد تحقيقات حڪومت جي طرفان ڪرائڻ بعد معلوم ٿيو ته اها ڳالهه سچي آهي.

پوءِ پاڪ شاهه عزاداري جي بندش لاهي ڇڏي، اهڙي
طرح راجا ۽ رياست گواليار جو هندو آهي تنهن محرم
جي رسم کهڙي ريت پاڻ تي فرض ڪئي جو ادا
ڪندو رهي ٿو. ڪتاب ڪاهه مناظره ۾ آهي ته مهاراج
گواليار کي پنهنجي پٽ راجڪمار جي شادي ڪرڻي
هئي تنهن پنهنجا پنڊت ۽ برهمڻ گهرايا هن کان شادي
جي متعلق چڱو ڏينهن وار مقرر ڪرڻ لاءِ پڇيو. لکن
ٿا ته پنڊت صاحبان لائين ۽ ڏهين تاريخ شاديءَ لاءِ
ٺيڪ سمجهي مقرر ڪرڻ لاءِ چيو. قسمت سان اهو ماهه محرم
هو تنهن ڪري ڪي چار چڱا مڙس مسلمان مهاراج
وٽ هلي ويا ۽ عرض پيش ڪيائون ته مهاراج صاحب
هي محرم مهينو اسانجي غم ۽ ماتم جو آهي ۽ خاص
ڪري ڏهين ڏينهن اسانجي حشر جو ڏينهن آهي تنهن
ڪري اسان مهاراج جي فرزند جي خوشي جي مجلس
۾ شرڪت ڪري نه سگهنداسين، جيڪڏهن ٿي سگهي
ته تاريخون اهي ڇڏي ڪي ٻيون تاريخون مقرر ڪيون
وڃن ته اسان مهاراج جا شڪرگذار رهنداسون. مهاراج
وري پنهنجي برهمڻ کي گهرائي ڪا ٻي ٺيڪ تاريخ
پڇڻ لڳو. هنن ڪي ڏينهن پنڊت ضد ٻڌي امتونه اهڙيون
ٺيڪ تاريخون وري سڄي سال ۾ نه آهن ۽ مسلمان
سان اسانجو ڇا. آخر مسلمان نااميد ٿي ڪري موٽي ويا
۽ راجڪمار جي شادي جا دعوت نامه جاري ٿي ويا

۽ هر طرف کان جشن ملهائڻ جا سامان گڏ ٿيڻ لڳا
رقص و شراب جي محفل برپا ٿي ۽ ٻي طرحين طرحين
جا طائفہ پنهنجي چوڪي ادا ڪرڻ لڳا. ڏسو قدرت
خدا کي جوش آيو عين انهن تاريخ جڏهن خوب
شادي جو موقعو هو انهن وقت اچي باد باران ۽
طوفان شروع ٿيو. اهڙي زبردست طوفان ۾ لٽ ۽
ڊوڙ مچي وڃڻ لڳي جو سڀ طعام خاڪ برباد ٿي ويا
۽ تنبو طولان سڀ هوا اکيڙي ڇڏيا خود مهاراڻي جي
خيمہ جا چوڪيدار بہ تنبو ڇڏي ڀڄي ويا ۽ ڪوبہ ماڻهو
ڪنهن کي. مهاراڄ صاحب پاڻ بارگاهہ ايزدي ۾ توبہ
۽ زاري ڪرڻ لڳو ۽ اقرار ڪيائين يا الله اسان کي هن
آفت ناگهاني کان معافي ڏي اسان تنهنجي عاشق حسين
جي عزاداري هميشه ۽ هر سال ڪندا رهنداسون. آخر خدا
خدا ڪري طوفان وڃي گهٽ ٿيو ۽ شادي جون
تاريخون قرار ٿيون ويون. اس الهي ۽ وقت کان وٺي
اڄ تائين راجا گواليار وٽ عزاداري محرم الحرام ڪندو
اچي ٿو. اهڙي طرح ٻيو واقعو پيش نظر آهي جو نورالدين
صدر پاشا ترڪي ڪنهن سامونڊي سفر تي جهاز ۾
وڃي رهيو هو. ان وقت محرم جي مهيني جون پهريون
تاريخون هيون. ڪنهن وقت يا حسين جو آواز
اچڻ لڳو. پاشا مذڪور دريافت ڪرڻ جو حڪم ڏنو
ماڻهو ڪشتي رستي هن آواز جي طرف روانا ٿيا

نزديڪ پهچڻ بعد معلوم ٿيو ته ڪي آهي مخلوقات
مان حضرت امام حسن جو ماتم ڪري رهيا آهن پوءِ
پاشا مذڪور حضرت امام حسن جي عزاداري جو
قائل ٿيو ۽ پاشا مذڪور جڏهن اصفهان ۾ پهتو ته انهي
جا ماڻهو پاشا مذڪور کان هن ڳالهه جي تصديق لاءِ
حاضر خدمت ٿيا ۽ پاشا مذڪور هن امر جي تصديق
ڪئي. اسلامي علمائن کان سواءِ غير مسلم مثلا عيسائي
هندو وغيره صاحبن به ڪيترا احوال پنهنجي پنهنجي
تواريخن ۽ تصنيفات ۾ تحرير ڪيا آهن. يوروپين
مثلا نمبر ١- پروفيسر جوالب ٢- پروفيسر گبسن ٣-
پروفيسر ايڊورڊ سول ٤- پروفيسر اربري ٥- پروفيسر
ميجر ولسن ٦- پروفيسر جيمس ڪاڪرن ۽ هندو صاحبان
مان مهاتما گانڌي جي مهراج ٢- پنڊت نهرو ۽ ٣- ڊاڪٽر
مڪرجي گهڻي صفائي ۽ وضاحت سان حضرت امام
حسن جي بهادري صبر، استقلال عبادت خدا ۽ هر
حالت ۾ ثابت قدم رهڻ ۽ پنهنجو هوش سنڀالڻ ۽ تبليغ
اسلام ڪرڻ دلداده فاني ڪي هيڏي جاڙ ثابت ڪئي
مٿيان صاحبان مداحي ۽ قائل آهن ۽ ٻيو پروفيسر
ليومار- ٻئي جرمني پنهنجي تواريخ ۾ لکي ٿو ته اسلام
جي بقا جو راز ۽ حفاظت حضرت حسن جي شهادت
۾ پنهان آهي. ايران اسلام، خدا جي اڪ بدن ٿي
هميشه دنيا پرست گمراه ماڻهن ۽ ظالمن ناحق سختيون

ٿي ڪيون آهن. حضرت نوح عليه السلام کي ڪافر پٿر
ماري ماري هتان ٻاهر ڪري ڇڏيندا هئا وري
حضرت جبرائيل قدرت جي حڪم سان اوهي پٿر
حضرت نوح تان لاهي ڇڏيندو هو ۽ چوندو هو ته
اي نبي الله وري وڃي ڪافرن کي هدايت ڪر. اهڙي
طرح حضرت نوح کي ڪيترا دفعا ڪافرن ماريو ۽
وري خدا جي حڪم سان نوح کي جياريو ويو ۽ وري
ڪافرن کي هدايت ڪندو رهيو حضرت ابراهيم
خليل الله کي باهه جي آڙاهه تي چاڙهيو ويو ۽ حضرت
زڪريا کي ڪرت سان ڪافرن چيرائي ڇڏيو ۽ حضرت
يحيٰ کي ماري سندس سر مبارڪ وڍي وڃي هڪ
ٿالهه ۾ رکي هيرودو بادشاهه يهودي کي سندس
ڪچهري ۾ سوکڙي طور پيش ڪيو ۽ حضرت
جرجيس نبي کي هڪ وڏي ديگ ۾ گرم پاڻي ۾
ڪاڙهيو ويو مگر اهي مضمون ڪتابن جي اوراق
ورائڻ سان ملن ٿيون پر حضرت امام حسين عليه السلام
جي مصيبت جو واقعو اهڙو دردناڪ آهي جو ساري
دنيا ۾ اڄ ڏينهن تاءِ وڌندو پيو وڃي، توڙي هن مظلوم
جي غم تي ڪنٽرول ڪرڻ وارا گهڻان پيدا ٿيا ٿيرو
آهن مگر سندن ڪوشش رائگان وڃي پئي. حضرت
امام حسين جو غم ۽ ماتم ساري دنيا مسلم خواه غير مسلم
مشرق مغرب شمال جنوب ايشيا افريقه يورپ امريڪا

وغيره تمام دنيا جي ڪتب ڪرڻ ۾ جاري آهي

ٻولي شاعر ۾ - اور غم هجن دو روز غم شيعو وهي هٿي
ڪيڙهه سو ٻوس ٻهڻ ۾ تاثير وهي هٿي

## شروع واقعات ڪربلا

ٻرادران اسلام ۽ اهل سنت و تواريخ ڪتاب مقتل حسن روضته الشهداء تاريخ طبري - صواعق محرقه لکن ٿا ته جڏهن معاويه بن ابوسفيان مري ويو ته پوءِ يزيد بن معاويه تخت تي ويٺو. هي شوخ مزاج عيش پرست غافل بادشاهه دين اسلام جي برخلاف هلڻ لڳو. اها ڳالهه تمام اهل اسلام کي ناپسند ٿي پر معلوم ٿي ته حاڪم وقت کي سڀ ڇوڙ يا الڪي پنهنجي خيال کان باز آڻڻ ته ڪير ڪم هو تنهنڪري گهڻ ۾ گهٽ هنجي اعمس ۽ سرداري ميڙ کان حضرت حسن ابن علي ابن ابوطالب انڪار ڪيو ۽ پنهنجي ناني نبي رسول الله جي روضه پاڪ کي ٻوهاري ڏيندڙ ۽ چراغ جڳائيندڙ ۽ گوشه نشين غريب ۽ بي يار مددگار مدينه منوره ۾ ويٺو هو ته ڪنهن جي اڳو ۾ نه پيو ۾ مگر خداوند حقيقي جي بندگي ۾ مشغول رهندو هو ، حضرت امام حسن بن علي حضرت رسول الله جو ڏوهٽو هو ۽ حضرت بي بي فاطمه بنت رسول الله جو پٽ هو ۽ پنجتن پاڪ ۾ پنجون انسان ۽ ٻارهن امامن ۾ ٻارهون امام هو. آن جي شان ۾ خداوند عالم قرآن پاڪ ۾ ابتداء تا وانتهاء ڪم جي آيت شريف نازل

فرمائي ۽ حضرت رسول ڪريم جو خداوند عالم امام
حسين کي پٽ سڏيو ۽ حضرت رسول ڪريم فرمايو
ته حسين مني وانا منه ۽ ٻيائي موڪلائڻ وقت فرمايو
قال رسول صلعم. مثل اهلبيتي ڪمثل سفينة النوح من
رڪبها نجا ومن تخلف عنها غرق وهوا (ترجمو) منهنجا
اهلبيت مثل ڪشتي نوح جي آهن جن هن جو ساٿ
ڏنو تن نجات پاتي ۽ جي جدا ٿيا سي غرق ٿي ويا
وري ٿي دعا رسول چئو اذڪرڪم اهلبيتي (صحيح
مسلم صحيح ترمذي خصائص نسائي مسند احمد حنبل)
ازالة الخفا ۾ آهي ته مذڪور حديثون انهن ڪتابن ۾
درج آهن. يزيد بن معاويه حضرت امام حسين عليه
السلام کي مديني ۾ رهڻ نه ڏنو ۽ مديني جي گورنر
وليد بن عقبه کي لکي موڪليو ته يا حسين بن علي
ڪان منهنجي بيعت وٺ يا سندس سر مبارڪ قلم
ڪري موڪلي شام ۾ ڏياري موڪليو. جڏهن اهو
خط وليد کي مليو تڏهن وليد حضرت امام حسين کي
سڏايو حضرت حسين ابن علي حضرت عباس ۽ حضرت
علي اڪبر کي ساڻ ڪري دارالامارت پر آيو ۽ حضرت
عباس ۽ حضرت علي اڪبر کي دارالامارت جي
دروازي ٽان ٻاهر ترسڻ جو حڪم ڏنائون ۽ چيائون
ته جڏهن مون سان اندر وليد وٽ ڪهن ته قسم
جو ناشائسته قدم کنيو ويو ته آءٌ نعره تڪبير بلند

ڪڍس اوهان ٻئي اندر هليا اچو ائين فرمائي
حضرت حسين اندر ويو

جڏهن حضرت اندر آيو ته وليد بن عقبه يزيد جو
خط ڪڍي ڏيکاريو. حضرت امام حسين فرمايو ته
آئون هن جو جواب سڀاڻي پنهنجي سنگت سان مشورو
ڪري پوءِ ڏيندس ائين چئي حضرت امام حسين واپس
ٿيڻ لڳو ته مروان بن الحڪم وليد بن عقبه کي چيو ته
اهڙو نادر موقعو وري هٿ نه ايندو ڪيس هن وقت
قتل ڪري ڇڏ جي ۽ حضرت حسين اهو آواز ٻڌو ۽
چيو ته اوهان جي ڪهڙي مجال آهي جو هن وقت
مونکي قتل ڪري سگهو. اهڙن لفظن ٻڌڻ ڪري
حضرت عباس ۽ حضرت علي اڪبر مڪان اندر داخل
ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته يا مولا جيڪڏهن توهان حڪم
ڪريو ته اسان وليد ۽ مروان هن وقت قتل ڪري
ڇڏيون پر حضرت حسين چيو ته اڳرائي ڪرڻ اسان
اهلبيت جو ڪم نه آهي ائين چئي ٻاهر هليا ويا
۽ پنهنجي دولتسراءِ پر آيا اچي صلاح مصلحت ڪرڻ
لڳا ۽ سڀني خاندان ۽ اهلبيت جي مشوري
ڪرڻ بعد اها ڳالهه ٺهرائي وئي ته هي ظالم شامي
اسانکي رسول جي مديني طيبه ۾ ۽ پياري وطن ۾
رهڻ نه ڏيندا ۽ اڳيان وري حج جو زمانو به قريب
اچڻ وارو هو تنهن ڪري حضرت امام حسين عليه

السلام مڪہ معظم ڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو. ليڪن تا
نہ اهو زمانو اهڙو هو جو هن وقت حضرت حسين
عليہ السلام پنهنجي پياري وطن کان الوداع ۽ سفر جي
تڪليف مجبور ٿي ڪري اختيار ڪئي ۽ اهو مهينو
رجب ٢٨ تاريخ هو ۽ سنہ ٦٠ هہ هو جڏهن حضرت
حسين عليہ السلام پنهنجي پياري اباڻي وطن جا وڻ
ڇڏيا. ليڪن تا نہ حضرت حسين رات جي وقت پنهنجي
ناني رسول جي روضہ پاڪ ۾ روئي روئندي روئندي
موڪلائي ڪئي ۽ پنهنجي ٻيمار عزيزن کـي وٽـن
ڇڏي باقي يار انصار ڀائر ڀائٽيا ۽ ڀاڻيجا ۽ اهلحرم کي
ساڻ کنياءِ ۽ حضرت فاطمہ صغرا سندس اباڻـي ٻيمار
کي نہ پنهنجي نانـيءَ ام سلمہ زوجہ رسول صلعم وٽ
ڇڏيو ۽ پڻ نہ محمد حنفيہ ۽ حضرت عبد الله ابن جعفر
کي نہ مدينہ ۾ ڇڏيائين جو ٻيمار هئا ۽ تڪليف سفر جي
برداشت ڪرڻ جي لائق نہ هئا انهن کي مـدينہ ۾
رهائي پاڻ سفر ۾ پير پاتائـون ۽ حضرت ٻيمار فاطمہ
صغرا کان روئندي موڪلايائون اهڙي ريت پنهنجي عزيز
وطن کي ڇڏي راهي سفر ٿيا. اهڙي مرثيہ ٿي سيد
ثابت علي شاهہ سيوهاڻي مرحوم فرمايو آهي.

( شعر )

پنهنجي وڃڻ کان مديني ٿي قيامت ٿي تمام
روڄ پئي گهر گهر ۾ ۽ غمگين ٿيا هر خاص عام

لیکن ٿا ته ماهه شعبان جمع جي ڏينهن اچي مڪه معظمه پهتا ۽ حج پڙهڻ جي ارادي سان مڪه شريف ۾ رهڻ لڳا يو يزيد ظالم پنهنجي جاسوسن کي حاجين جو ويس ڏئي حضرت حسين کي ايذا ڏيڻ جي ارادي سان موڪليو. اها خبر حضرت حسين کي ملي ته ڪي يزيدي جاسوس حاجين جـي لباس ۾ منهنجي قتل جي ارادي سان آيل آهن سي موکي حج پڙهڻ نه ڏيندا ۽ حرمت بيت الله جو ڪجهه به خيال نه ڪندا جو هو خونريزي تي آماده آهــن تڏهن ڪري امام عالي مقام بدل احرام ڇوڙي عمره صفا ۽ مروه سان پڄائي مڪه کان روانا ٿيا.

جناب امام حسين جملي حاجين جي جماعت جـي روبرو هڪ خطبو ٨ تاريخ ذوالحج جـي بعد تعريف خداوند عالم ۽ نعمت درود حضرت رسالتمآب جي فرمايو ته ابن آدم جي گردن تي موت پنهنجا نشان ڪري ڇڏيا آهن جهڙا عورتن کي ڪڙن ۽ هسن جا نشان ٿيندا آهن موکي پنهنجي بزرگن جي ملڻ جي شوق اهڙو ولڙائي ڇڏيو آهي جهڙو حضرت يوسف جي وڇڙڻ ڪري حضرت يعقوب جو ٿيو هو ۽ منهنجي واسطي هڪ جاءِ مقرر قتلگاهه تي چونڊي آهي جتي منهنجي خون جي ضرورت آهي گويا آئون ڏسي رهيو آهيان جو ڪربلا جي ميدان ويران جنگل ۾ شامي ۽ ڪوفي منهنجي

انهن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري رهيا آهن ۽ منهنجي گوشت
مان پنهنجو پيٽ ڀري رهيا آهن ۽ قضا ۽ قدر کان
ڇٽڻ جو ڪو چارو نه آهي اسان اهلبيت راضي برضا
اللهي آهيون ۽ هن جي امتحان ۾ صبر ڪرڻ وارا
آهيون ۽ هو اسانکي صبر ۽ شڪر جو اجر عطا ڪرڻ
وارو آهي ۽ هي گمان نه ڪجو ته حضرت رسولخدا جي
گوشت جو ٽڪرو حضرت رسولخدا کان ڌار ٿيندو ۽
هڪ جاءِ نه خلد برين ۾ اسان گڏ رهندو ۽ هن کي
ڏسي حضرت رسول خدا خوش ٿيندو ۽ خدا جو سچو
وعدو پورو ٿيندو ويس هاڻي جيڪو شخص پنهنجي
جان اسان تان قربان ڪرڻ کان نه ٿو ڊڄي اهو اسان
ساڻ لئي وڃي ۽ پنهنجي دل سان خدا جي ملاقات
ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ۽ سڀاڻي حاضر رهي ۔ اسانکي
سڀاڻي وڃڻو آهي انشاءالله تعاليٰ. (اي مسلمانو ڪيڏي
نه ارمان جي ڳالهه آهي جو امام دنيا جا مسلمان ماڻهو
حج ڪي اچن ۽ حج جي سردار حضرت امام حسين کي
حج کان روڪيو وڃي) جڏهين امام حسين عليه السلام
پهرين منزل تي پهتا ته ملائڪن جو لشڪر هٿيار بند
گهوڙي سوار امام جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ جناب
امام پاڪ کي عرض ڪيائون ته اسان تنهنجي نانــي
نبي جي جنگ بدر ۽ احد ۽ حنين ۾ مدد ڪئي هئي
هاڻي تنهنجي به خدمت ڪرڻ لاءِ حاضر آهيون امام پاڪ

فرمايو ته اوهين مون وٽ ڪربلا جي ميدان بيابان ۾
حاضر ٿجو ۽ وري جڏهن امام حسين ٻي منزل تي
پهتو ته جنن جي فوج حاضر ٿي ۽ چيائون ته اسان
توهانجي والد بزرگوار جناب اميرالمومنين علي ابن ابي
طالب جا غلام ۽ مريد آهيون ۽ اوهان جي دشمنن سان
جنگ ڪرڻ لاءِ حاضر آهيون انهن کي ٻه امام فرمايو
ڪربلا جي ميدان ۾ حاضر ٿجو. ڪتاب تواريخ الخلفاء ۾
علامه سيوطي لکي ٿو ته جڏهن امام حسين مدينه
منوره کي ڇڏيو ته مدينه ۽ مڪي جي وچ ۾ وري
مڪه ۽ ڪوفه جي وچ ۾ وري ڪوفه ۽ شام جي وچ ۾
جنن جا امام حسين کي آهه وزاري جا مرثيه پڙهڻ ۾ ٿي آيا

لکن ٿا ته حضرت امام حسين حضرت مسلم بن عقيل
کي اڳي ڪوفين جي دعوت نامن لکڻ موجب پنهنجو
سفير يا نائب ڪري ڪوفه شهر ڏانهن روانو ڪري
ڇڏيو هو. لکن ٿا ته ڪوفين سوين خط حضرت امام
حسين جي خدمت ۾ لکيا هئا ته يا امام اسان هن وقت
بي وارث آهيون جو معاويه مري ويو آهي ۽ اسان تي
يزيد جو ظلم ايترو ٿي رهيو آهي جو اسلام ۾ رخنه
وجهي رهيو آهي سو اوهان مهرباني ڪري اسانجي
هدايت لاءِ اچو ورنه سڀاڻي قيامت جي ڏينهن توهانجي
ناني نبي اڳيان پنهنجي دامن ۾ هٿ وجهي تو تي
فرياد ڪنداسين ته اسان امام حسين جي خدمت ۾

استدعا صدا بلند ڪندا رهياسون ليڪن امام حسين اسان جي
خبر گيري نه ڪئي. امام حسين عليه السلام انهن ڪوفين
جي چرب زباني تي ڀاڙيندي ۽ وڪيل حضرت مسلم
بن عقيل کي روانو ڪرڻ فرمايو. جڏهن حضرت مسلم
ڪوفي ۾ پهتو ته ڏهن ارڙهن هزار ماڻهن حضرت امير
مسلم جي هٿ تي بيعت ڪئي ۽ جناب مسلم کي
زاريون نيزاريون ڪرڻ لڳا ته توهين حضرت امام حسين
کي خط لکو ته امام پاڪ اسان کي زيارت کان مشرف
فرمائي ۽ هدايت ڪري. انهي موقعي تي شاهه عبداللطيف
ڀٽائي فرمايو آهي

(بيت) ڪوفين ڪاغذ موڪليو وڃي وچ الله
اسين تابع ٿينديسون اسانجو شاهه
هيڪر هلي آ ته تخت تابع ٿيندي

۽ سيد ثابت علي شاهه سوائي لکيو آهي ته.

ڪوفين ڪوڙا نياپا پٺي ته اچي تو ڏي مڪا
ته اي امام المسلمين ڏهڻا لوڪ جا هلي آ !
تون امير آهين اسين سڀ ٿينداسون لشڪريا حسين.

ليڪن ان ئي وقت يزيد جي طرفان عبدالله ابن
زياد بصري جي طرف هو جو ڪوفه جو گورنر مقرر ٿي
چڪو هو مگر حضرت امير مسلم جي اچڻ وقت حاضر
نه هو جڏهن. عبدالله ابن زياد کي خبر ملي ته

حضرت مسلم بن عقيل حضرت امام حسين جي طرفان
ڪوفي کان بيعت وٺي ويٺو آهي ۽ ماڻهون يزيد کان
منحرف ٿي ويا آهن .. اهڙي خبر ٻڌڻ شرط ابن
زياد ڪوفي طرف جلدي روانو ٿيو ۽ خطرو هو ته
ڪوفي جا ماڻهون مونکي قتل نه ڪري ڇڏين انهيڪري
ابن زياد برقعو پائي ٻاهر ڪي لڪائي حسين ابن علي
سڏائي ڪوفه ڏانهن روانو ٿيو ۽ جڏهن ڪوفه جي
ٻاهران پهتو ته معلوم ٿيس ته شهر جا دروازا بند آهن
تڏهن حسين ابن علي سڏائڻ شروع ڪيائين ۽ چيائين ته
دروازا کوليا وڃن جو وقت رات جو هو ۽ هن جي
چوڻ تي ماڻهن اعتبار ڪري دروازا کولي ڇڏيا
۽ هن دغاباز کي ماڻهون سمجهيو ته سگهوئي اندر
شهر ۾ داخل ٿيڻ شرط دارالامارت ۾ داخل ٿيو ۽
هٿيار سنڀالي لشڪر کي تيار ڪيائين ۽ ٻاهر کي ظاهر
ڪيائين ته آءٌ عبيدالله ابن زياد يزيد جو گورنر آهيان ۽
اوهان لئي خبردار ٿيو ڪريان ٿو ڪوئي به ماڻهون
حضرت مسلم جي پٺيان نماز نه پڙهي ورنه هن کي
سزاء موت ڏني ويندي اهڙي ڳالهه ٻڌڻ شرط ڪوفي
ماڻهن جي وايا لکڻ ته عبدالله ابن زياد جي
هدايت تي ڪوفي عمل ڪرڻ لڳا جو پڻ ٽن وقتن کان
پوءِ حضرت مسلم وٽ نماز تي ڪوئي ماڻهون باقي نه
آيو ۽ اوڏانهن حضرت مسلم بن عقيل حضرت امام

حسين عليه السلام ڏي گذشته واقع ۽ ڪوفين جي بيعت
ڪرڻ جو احوال لکي چڪو هو جڏهن ڪوفين جي
بي وفائي ۽ دغابازي کان امير مسلم واقف ٿيو
تڏهن ٻئي ڀيري خط لکڻ ڪري دست افسوس ملڻ
لڳو ۽ سخت مايوس ۽ پشيمان ٿيو مگر تقدير اڳيان ڪنهن
جو چارو ڪو نه ٿو چلي جڏهن ٿيڻو هو سو ٿيو آخر عبيد الله
جا سپاهي حضرت مسلم جي تلاش ۾ لڳا ۽ ساري
شهر ڪوفي مان فقط هڪ اصحاب رسول حضرت
هاني بن عروه وفاداري ڪئي ۽ حضرت مسلم جو
ساٿ ڏنو ۽ حضرت مسلم کي پناهه ڏني ۽ اهو ڏوهه
۾ ظلم وستم سان شهيد ڪيو ويو ٻيو هڪ مائي طوعه
نالي حضرت مسلم کي پناهه ڏني آخر اها مومنه شهيد
ڪئي وئي آخر جناب مسلم کي به تمام بي دردي
۽ بي رحمي سان شهيد ڪيو ويو ۽ سندس سر مبارڪ
ڌار ڪري شام ڏانهن موڪليو ويو ۽ امير مسلم جا فرزند
به صغير سن حضرت محمد ۽ ابراهيم جي ساڻس سفر ۾
گڏ آيا هئا سي معصوم يتيم به حارث نالي هڪ سپاهي
جي هٿ چڙهي ويا جو تمام بي رحمي سان درياءَ فرات
جي ڪناري تي وٺي اول وڏي شهزادي محمد کي
قتل ڪري هن جو لاش مبارڪ به دريا ۾ اڇلايو ليڪن
ٿا ته ٻيهر ان شهزادي حضرت محمد جو لاش دريا ۾
اڇلايائون ته دريا جي سير تي ٻيهي رهيو جڏهن وري

ٻي شهزادي جو لاش بہ درياءَ ۾ اڇلايو ويو. تڏهن
اهي لاش گڏجي هڪ ٻئي سان ڳرانڍي پائي درياءَ ۾
اوپارا تري لڳا ۽ مسيب شهر وٽ هڪڙي مومن جنهن
جو نالي سان شهر مشهور آهي تنهن ڪڍي درياءَ جي
ڪناري تي دفن ڪيا جو اڄ تائين مزار مقدس موجود
آهي جو مومنن لاءِ زيارت گاهه آهي مگر ياد رهي تہ
جو شخص مومن مسيب نالي هڪڙو غريب هاري
شخص هو مرحوم آهي تہ حضرت حسن جنهن رستہ
سان آيو ٿي تہ پنهنجي شهادت جو احوال ٻڌائيندو
آيو جڏهن حضرت امام حسن منزل ٿرق تي پهتو
تہ اتي هڪ قاصد ڪوفي کان اچي وهيو هو هن کي
حضرت سڏائي ڪوفي بابت ۽ حضرت امير مسلم جي
احوال بابت پڇيو تڏهن قاصد لالن ۽ گويان ٿي حضرت
مسلم ۽ سندس فرزندن جي شهادت جي خبر ڏني
اهڙي موقع تي جناب سيد ثابت علي شاهه فرمائي ٿو

سرور پڇيو سڏائي ڪوفي جي ڪا خبر ڏي
هن چيو اي شاهه سرور سر ساهه توتان صدقي
ڪوفي ۾ ڪنو ڪوفين مسلم کي منهنجي ڏسندي
سر شام ڏي وڃي ويا ڌڙ ڪوٽ کان ڪيرايو
فرزند اڳيا في احال حارث جي هٿ ۾ آيا
هن اهي فرات پر تي هٿا ڪولند ٻئي ڪهايا
تڏهن حال تو حشر جو عالم جي سر هو آيو

مسلم جو موت پڙهندي ٿيو ڪوڪرو ۽ قيامت
اولاد مرتضيٰ جي سر خاڪ لئي وسايو

حضرت حسين کي مسلم جي شهادت جو پڌي تمام گهڻو ارمان ٿيو ۽ سخت مصيبت پيش آئي پر توڪل بر خدا پاڪ عراق ڏي هلندا رهيا. منزل ثعلبيءَ ۾ عبدالله بن سليمان کي منظر بن مسعود کـي پنهنجي شهادت کان آگاهه ڪندا ويا ۽ منزل بطن عقبه ۾ عمر بن لوذان کي پنهنجي شهادت جي خبر ڏناءِ ۽ واقف ٿي ويو حر رياحي حضرت حسين کي گهڻو تنگ ڪندو رهيو آخرڪار حضرت امام حسين عليه السلام ٢ تاريخ محرم روز خميس اچي ڪربلا جي ميدان ۾ وارد ٿيو ليڪن تان سندس گهوڙو اڳتي هلڻ کان جواب ڏئي ڇڏي ۽ هو حضرت پنهنجي سواري لاءِ ٻيو گهوڙو گهرايو اهو به نه هليو اهڙي طرح حضرت حسين عليه السلام ست گهوڙا آڻايا ليڪن :-

بقول شاعر :-

سات گهوڙي بدلي ابن ڪي دوش هموار نے
ليڪن نه اڪ قدم بهي اٺهايا رهوار ني

تڏهن حضرت حسين عليه السلام اتي جي رهاڪو ماڻهن کي سڏائي دريافت ڪيو ته هن زمين جو نالو ڇا آهي تڏهن انهن جواب ۾ عرض ڪيو ته هن زمين کي ماريه به چون ٿا ۽ نينوا به چون ٿا جناب امام

فرمايو ته ڪو ٻيو به نالو آهي ته چيائون ته هن کي
شط فرات به چون ٿا ۽ ڪربلا به چون ٿا تڏهن حضرت
امام حسين فرمايو ته اسانجي سفر جي منزل ختم ٿي
آهي ۽ اسانجي مصيبت ۽ مظلوميت جي اها جاءِ آهي
۽ پنهنجي سنگت ساٿ کي به ارشاد فرمايائون ته اڳتي
وڃڻ جو ڪوئي به ضرور نه آهي جو اسان هن وقت
منزل مقصود تي پهچي چڪا آهيون اها اسانجي شهادت
جي جاءِ آهي جو اسانجا هن سرزمين تي خون وهايا
ويندا ۽ سڀ يار انصار دوست ۽ عزيز شهيد ڪيا ويندا
۽ اسانجا مال اسباب لٽيا ويندا ۽ اڳي اسانجون تربتون
ٿينديون ۽ هتي اسانجي زيارت گاهه ٿيندي ۽ هن
زمين جي مٽي جناب رسولخدا کي ڏني هئي سا
پوري ٿيندي پوءِ حضرت حسين عليه السلام پنهنجي
عزيز ۽ دوستن ڀائرن ڀائٽين ۽ پٽن ۽ ڀاڻيجن کي
ڪربلا ۾ جنگ ٿيڻو هو سا سڀ حقيقت واضح ڪئي
۽ دريا جي ڪناري تي خيما نصب ڪيا ويا. جڏهن
يزيدي لشڪر گهڻو اچي گڏ ٿيو تڏهن حضرت کي
مجبور ڪيو ويو ۽ خيما پٺاڻي دريا کان پري ڪرايا
ويا آخر حضرت حسين عليه السلام لاچار ٿي پري خيما
نصب ڪري ويٺو ۽ دريا جو ڪنارو يزيدي لشڪر
جي قبضي ۾ آيو. جڏهن ستين تاريخ محرم جي ٿي
ته حضرت امام حسين جو پاڻي بند ڪيو ويو ۽ دريا

ٿي سگهيس ٻُڌو اتفاق ٿيو ۽ ٻيو اهڙي موقعي لاءِ شاهه عبداللطيف جو بيت آهي :-

ڪوڙي ڪربلا ۾ پاڻي نه پيائون
آلِ علي شاهه کي شهزادا ساريون
لکيو نهائين آ مير محمد عربي

۽ سيد ثابت علي شاهه سندو هاڻي ۽ هن ريت فرمايو آهي

پاڻي ۾ هيٺ پليتن امداد سان پڌايو

آخر ڏهين تاريخ به اچي وئي ليڪن تا نه امام حسين عليه السلام ڏهين ۽ جي رات هڪ خيمي ۾ عالم قناعت جي ٻاهران هڪ خيمي ۾ تمام ياورن انصارن کي گڏ ڪري خطبو بعد حمد ثنا خداوند ڪريم جي ۽ درود حضرت رسول ڪريم جي ارشاد فرمايائون ته اي مسلمانو دوستو عزيزو هن وقت رات جو اونداهي آگاهه ڪريان ٿو چاهيان ته اوهين ڪير نه ڇوري ته اسانکي خبر نه هجي آئون اوهان تان پنهنجي بيعت جو هٿ کڻان ٿو ۽ جو شخص هن سياهه رات ۾ اگر وڃڻ چاهي ته منهن جي طرفان عام اجازت آهي اگر يزيد لعين کي ڪم آهي ته منهنجي سر سان ٻي ڪنهن سان نه مطلب نه. اٿن يعني صبح جي لڳڻ واري واقعي کان آگاهه ڪري ڇڏيو ٿو انهي اکو ٻڌي حضرت ظهور ابن قين اصحابي الي عرض ڪيو ته يا ابن رسول الله اگر لهنجي مدد ڪندي آءُ مار جي وڃان ۽ ٻاهه ۾ جلايو وڃان ۽ وڪ

ڪري هوا ۾ اڏايو وڃان اهڙي طرح هر ٻار وري
وري ماريو ۽ جلايو وڃان ته به تنهنجي مدد ۽ محبت
کان ٻاز نه ايندس ڇو ته هڪڙو ڀيرو قتل ٿيڻو آهي
۽ هميشه خدا جي حضور ۾ حاضر رهڻو آهي اهڙيءَ طرح
ٻين اصحابن ۽ يارن دوستن عزيزن اهڙيون تقريرون
ڪيون تڏهن حضرت امام حسين انهن کي دعا خير
جي فرمائي پوءِ حضرت امام حسين فرمايو ته آئون
اوهان کي ٻڌايان ٿو ته توهان سڀئي اڄ هن ميدان
ڪربلا ۾ شهيد ڪسا ويندا تڏهن سڀني اڳيان ٿي
عرض ڪيو يا ابن رسول الله اسان خداوند عالم جا
هزار هزار شڪرانا بجا ٿا آڻيون جنهن اسان کي اوهان
تان قربان ٿيڻ جو شرف عطا ڪيو آهي ۽ اسان توتان
پنهنجي جان قربان ڪنداسون پوءِ طرف کان يزيدي
لشڪر امام حسين جي خيمن جي چوڌاري رستا بند
ڪري ڇڏيا تڏهن حضرت حسين هنن کي فرمايو ته
اي ڪوفيو ۽ شاميو آئون توهانجي سچي نبي حضرت
رسول جو ڏوهٽو آهيان ۽ سيد آهيان ۽ مسافر آهيان
اوهانجي دعوت ڏيڻ تي آيو آهيان توهانجو مهمان
آهيان منهنجي ناحق خون ۾ هٿ نه رڱيو آءٌ اوهان
سان وڙهڻ لاءِ نه آيو آهيان صبح روز محشر منهنجي
نانو نبي ۽ بابا علي ۽ امان فاطمه الزهرا کي ڪهڙو
منهن ڏيکاريندا ۽ شفاعت جا طالب ٿيندا ۽ خدا جو

منهن ۾ پگاڻ پيدا ٿي شفاعت جا طالب ٿيندا ۽ خدا جو
خوف ڪري مونکي ناحق قتل ڪرڻ کان باز اچو
مسلمان اهلبيت رسول جا ايترا ايترا پيار موجود آهن
ڪو شرم ڪريو ۽ خدا جو خوف ڪريو آئون نه جنگ
لاءِ آيو آهيان نه ملڪ گيري جي خواهش آهي آئون
فقط اوهان کي هدايت ڪرڻ آيو آهيان حضرت رسول
جي سچي دين جي تبليغ ڪرڻ گهران ٿو پيو منهنجو
ڪو به مطلب نه آهي جيڪڏهن اوهانکي دين الله
۽ رسول جي ضرورت نه آهي نه مونکي راه ڏيو ته
آئون ڪنهن ٻئي ملڪ هندوستان يا يورپ ڏي هليو
وڃان ۽ اوهان منهنجي ناحق خون کان بچو ۽ جو مگر
افسوس جو يزيدي ظالم لشڪر هڪ نه ٻڌي ۽
پاڻي بند ڪري ويٺا پاڻي جو ڪه ساري مخلوقات
انس و حيوان پئي پيون تصرالي گهر لڳان روڪ ٽوڪ
جي پيئن ۽ واپرائين ٿا سو نه اهلبيت رسول لاءِ بند
ڪيو ويو ۽ ڪو نه لحاظ ۽ خوف خدا ۽ رسول جو نه
ڪيائون . لکن ٿا نه حر ان رياحي جو يزيدي لشڪر
جو هڪ سپهه سالار هو سو پنهنجي عزيزن سميت اچي
حضرت حسين جي پيش پيو ۽ توبهه تائب ٿيو.
انهي موقع تي شاهه عبداللطيف ڀٽائي فرمائي ٿو

هاي حر آيو ماڻهي مرداڻو
اصل عاشق آگ جو پتنگ پروانو

ڇڏي راضي مان رسول اڳي لوڏل ٿو ڏاڙو
هي سڀ سامان جو گهوٽ مٿاهان گهوريان

لڪن ٿا ته حضرت جو پنهنجون پاڻهون هڏ اڳي عجز ۽
نماز سان ۽ آهه زاري سان اچي حضرت امام حسين
عليه السلام جي قدم لڳي پيو حضرت حسين عليه
السلام کيس معافي ڏني ۽ وڏي عزت آبرو سان پنهنجي
سات سان ملايو ۽ ڏينهن رات محرم جي ساري رات
عبادت خدا ۾ مشغول رهيا ۽ صبح جو سڀ يزيدي
لشڪرن ڏينهن جي اچائل پرديسي مسافر مديني جي
ميوني تير بازي شروع ڪئي. حضرت حسين جڏهين
صبح جي نماز با جماعت شروع ڪئي تڏهين هڪ
صف انصارن اصحابن جي تيرن کي پنهنجا سينه سپر
ڪري اٿي ۽ باقي بي جماعت نماز حق ادا ڪئي
آخر يزيدي لشڪر جنگ شروع ڪري ڏني يعني
جناب امام حسين جا ارڙهن جوان بني هاشم خورد ڪلان
هئا ۽ ٻيا چوونجاهه اصحاب غير سادات هئا اول اصحابن
چئو يا ابن رسول جيستين اسان جي جان ۾ جان آهي ته
پنهنجا سر اهلبيت رسول تان قربان ڪنداسين حضرت
حسين عليه السلام جي ڀائرن مان حضرت عباس بن
علي حضرت عون ابن علي ۽ ٻيا ڀائر هئا ۽ پٽن مان
حضرت علي اڪبر همشڪل پيغمبر هو ۽ حضرت علي
اصغر صغير سن هو ڀائٽين مان حضرت قاسم بن حسن

۽ حضرت احمد ۽ حضرت زيد هئا ۽ پاڻيهن مان
حضرت عون ۽ محمد هئا ۽ ٻيا به هئا ليڪن تن ۾
حضرت عباس علمدار وڏو پهلوان بهادر يگانو هو ۽
حضرت علي اڪبر حضرت رسول جي همشڪل وارو
۽ زبردست بهادر هو پوءِ دوستن يارن مان حضرت
حبيب ابن مظاهر ۽ ظهير ابن قين ۽ حضرت مسلم ابن
عوسجه ۽ حضرت حر ابن رياحي هو ۽ ٻيا پڻ ٻه
مڪو آهي نه اول اول جنگ جي اجازت انصارن
ورتي ۽ هڪ هڪ ٿي ڀيڙيا جنگي جوهر ڏيکاري
شهيد ٿيندو ويو انهيءَ موقع تي مرزا دبير صاحب
هن طرح فرمايو آهي.

روشن چراغ الفت وه خاص کر گئے
پياسے کے ساتھي پياسے مرنے ھي مرگئے

جڏهن حضرت جا يار يڪي بعد ديگري هڪ
هڪ ٿي شهيد ٿي ويا تڏهن حضرت جي پارن ۽
پٽن جو وارو آيو حضرت علي اصغر جو حضرت حسين
عليه السلام جو نور چشم ننڍو ٻار هو جنهن جو سن ڪل
ڇهن مهينن جو هو انهيءَ کي اڃ اهڙو بيتاب ڪيو جو
پينگهي ۾ لڙ ڦڙ لڳو تڏهن حضرت سڪينه خاتون
هڪ مشڪ خالي کڻي حضرت عباس علمدار وٽ آئي
۽ چيائين ته چاچا سائين منهنجو ننڍو ڀاءُ علي اصغر اڃ
کان بيتاب ٿي تڙفي رهيو آهي هن لاءِ جيڪڏهن ته

صورت سان ئي سگھو پاڻي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ
حضرت عباس اھا خشڪ مشڪ کڻي حضرت امام
حسين کان موڪل ورتي ۽ آسري الله جي فرات دريا
مان پاڻي وٺڻ ويو مگر افسوس صد افسوس جو ٻڌڻ
جا سوين ھٿيار بند سپاھي بيٺل ھئا تن حضرت عباس
کي روڪ ڪئي پر حضرت عباس گھوڙو ڊوڙائي
وڏي ھمت ۽ جرات سان جنگ ڪندي وڃي
دريا فرات تي پھتو آل رسول جي معصوم ٻارن جي
اُڃ ياد ڪري پاڻ پاڻي ڪونه پيتائين اول مشڪ پاڻي
سان ڀري گھوڙي تي چڙھي جلد خيمہ گاھ اھلبيت
ڏي روانا ٿيا مگر افسوس جو شامي لشڪر ظالم ڪمين
چوڌاري، واڙھي ويا ۽ تير باراني ڪرڻ لڳا آخر ھڪ
ظالم سپاھي موقع وٺي تلوار جي وار سان ٻانھن قلم
ڪري ورتو حضرت وري ٻئي ٻانھن ۾ مشڪ جھلي
آخر اھو ٻانھون بہ قلم ڪيو ويو وري حضرت عباس
مشڪ جي ڏوري پنھنجي دھن اقدس ۾ جھلي
مگر افسوس تير بارانن جي ڪري مشڪ پاڻ
مالند ٿي ويئي ۽ پاڻي سڀ ھاري ويو ۽ حضرت
عباس امام گھڻن تيرن ۽ ترارين جي سخت زخمن
ڪري گھوڙي تان ھيٺ ڪريو ۽ حضرت امام حسين
عليہ السلام کي ھڪارڻ لڳو تہ اي منھنجا آقا منھنجو
آخري دم آھي منھنجي سري اچي مونکي پاسين

ستايو پوءِ حضرت حسين حضرت عباس سان آخرين
ملاقات ڪئي ليڪن ٿا ته شهيدن جا لاش حضرت
امام حسين عليہ السلام اچي گنج شهيدان ۾ رکيا پر
حضرت حسين حضرت عباس جو لاش آڻي نه سگهيو
حضرت امام حسين سارو ڏينهن پنهنجي ياورن انصارن
عزيزن جو بيگناهه موت اکين سان ڏسندي رهيو
معصوم ٻارن جي پاڻي لاءِ فريادون ٻڌندي شهيدن
جا لاش ڪڍندي امام ضعيف ٿي ويو هو جو حضرت
عباس غازي بهادر جي لاش آڻي نه سگهيو بعضي
چون ٿا ته حضرت عباس وصيت ڪئي هئي ته يا آقا
سردار منهنجي لاش خيمه ۾ کڻي نه هلجو جو آءٌ معصوم
سڪينه کي پاڻي پهچائي نه سگهيس انهنڪري شرم
ٿو اچيم آخرڪار حضرت علي اصغر کي اڃ کان بيتاب
ڏسي حضرت حسين کيس کڻي وڃي شامي ڪوفي
لشڪر کي چيو ته اي يارو جيڪڏهن آءُن اوهانجي
باطل گمان ڪري گنهگار آهيان ته به هي معصوم ٻار
بي گناهه آهي خدا جي واسطي ۽ نالي نبي جي واسطي
هن معصوم کي پاڻي پياريو اوهانجو دريا گهٽ ٿي نه
ويندو مگر افسوس جو ظالمن کو خيال نه ڪيو ۽
حرمل بن ڪاهل نالي ظالم بيدرد سنگدل سپاهي هڪ
اهڙو ظلم جو تير هنيو جو معصوم جي ڳلي مان لنگهي
وڃي حضرت حسين جي ٻانهن ۾ لڳو ۽ حضرت علي
اصغر شهيد ٿي ويو.

هن موقعي تي سيد ثابت علي شاه هن ريت چيو آهي

تير گهوڙي تي لڳو ڪنهن اي پير هيٺ اوکي هڻيو

جنهن ستم جي سواه ڪان تي هير اصغر جي تمام

وري مرزا دبير عليه الرحمه هن ريت چيو آهي:-

امت اي قسم احمد مرسل ڪي نه ماني

مشڪن تيرون ڪا پرسالي لڳي ظلم ڪي باني

لکيل آهي ته حضرت امام حسين علي اصغر بي گناهه جو خون پنهنجي هٿ ۾ کڻي جهليو ۽ خيال ڪيائون ته آسمان ڏانهن اڇلايان آواز آيو ته ياحسين هن بي گناهه جو خون اگر آسمان ڏي ويو ته وري باران رحمت ڪڏهن نه وسندو ۽ تڏهن امام حسين وري اهو خون زمين تي هارڻ تي گهريو ته آواز آيو ته يا حسين اگر اهڙو ناحق خون زمين تي ڪريو ته وري ڪوبه سلو زمين مان پيدا نه ٿيندو ۽ تڏهن هڪڙي شاعر چيو آهي جو امام جي زباني اهي ڪلمه لکيا جنهن جو ترجمو هيٺ آهي.

انڪار آسمان ڪو هي راضي زمين نهين

اصغر تمهاري خون ڪا ٺڪانا ڪهين نهين

پوءِ حضرت امام حسين عليه السلام اهو ناحق خون پنهنجي منهن مبارڪ تي مليو اهڙي مصيبت جي وقت ۾ به امام پاڪ صبر ۽ شڪر خدا ڪندو رهيو.

بقول شاعر:-

پاڻ ٻه مارايا پٽ ٻه مارايا شاهه چئو شڪر خدا

آخر حضرت علي اڪبر، حضرت قاسم، حضرت
عون محمد سڀئي عزيز آشنا حضرت حسين جي ورو ورو
واهي ملڪ عدم ويا يعني درجه شهادت کي رسيا ۽
لٽ حضرت امام حسين جو به سر ڏيڻ جو وارو آيو
حضرت امام حسين عليه السلام يزيدي لشڪر هٿان
تيرن ۽ ترارن جا زخم کائيندي تمام ضعف
حالت کي وڃي رسيو هو هڪ پاسي تن ڏکن جي
ايڪ ۽ اڄ ٻئي پاسي ڪان عزيزن جو فراق ۽ داغ تن
پاسي معصومن جو پاڻي لاءِ آه زاريون هڪسون ۽ اهل
حرم جي فريادن جو جگر ڏاريندڙ فرياد ۽ ٻيو نه پڇن
جي شهادت جو ٻور ۽ ٻورو پڇڻ هئس ۽ بعد شهادت
جي اهلحرم جو قيد ٿيڻ ۽ در بدر ٿيڻ ۽ پردي پس ۾
مصيبت جهڙن حالتن پيش اچڻ اهي سڀ ارمان ۽
مصيبتون حضرت امام حسين جي اکين اڳيان ڦري
رهيون هيون آخر الامر امام پنهنجي خون ۾ اهلبيت
رسول ڪان يعني پنهنجي مصيبت زده ڪٽنب کان آخري
موڪلاڻي ڪري آيو ۽ حضرت امام زين العابدين کي
وصيت ڪري ۽ امامت جو وارث بنائي صبر جي تلقين
ڪري باقي آلهه معصومن مستورات جي بارت ڏئي
هر حال ۾ صبر جي ۽ شڪر جي بارت ڏيئي جمله

اهلبيت کان آخري موکلائي کئي. حضرت امام حسين ايتري قدر ضعف ۾ پهتو هو جو گهوڙي تي چڙهڻ جي به طاقت نه رهي هئي تنهن ڪري جناب بي بي زينب خاتون گهوڙي تي سوار ڪيو ۽ امام حسين جهڙي وقت پنهنجي خيمن مان موکلائي ٻاهر آيو.

بقول شاعر

شهه برآمد هوني يون خيمي کي در سے
جيسے که نڪلتا هئے جنازه کسي گهر سے

هن موقع تي سيد ثابت علي شاه فرمايو آهي :-

ڪربلا جو واه ڏاڍو واقعو
ڪهڙن ڏتو هو ڪڏهن اهڙو حادثو
جڏهن ڪهڙن هن درد جو ڪو ماجرو دم
روئي ڪاغذ ڳاڙهو ۽ ساڙيو قلم
لوح جو طوفان ۾ سڪهن پٽ و
هوتي لوڏيو لهو هي هيڙو پٽ و

آخرڪار حضرت حسين عليه السلام شامي ڪوفي لشڪر تي حملو ڪري اهلبيت کان هٿائيندي لڪ ڪندي تيرن ۽ تلوارن ۽ نيزن جا زخم جهليندو رهيو جو لڳاتار هڪ هزار اوڻيه پنجاه زخم حضرت جي بدن مبارڪ تي لڳا ۽ آخر حضرت خدا جي نماز آخري

ادا ڪرڻ لاءِ رهوار کان هيٺ لهڻ لڳا ته هڪڙي
منزل امام حسين کي زين ۽ زمين جي درميان پيش
آئي جو وجود ۾ تير لڳل هئا ته سڌو ڪري زمين کان
مٿي ٿي رکيو آهي سڌو زمين تي تڪليف سان نهوي
نماز حق ادا ڪرڻ لاءِ تيمم جو ارادو ڪيو مگر جڏهن
پاسي ڏي هٿ هڻي سو هٿ خون سان گلگون ٿيو
اچي هٿ کي خون گڏيل خاڪ سان تيمم ڪري نماز
پڙهڻ لڳو آخر ڪار سجدة جي حالت ۾ شمر ملعون
امام حسين جي سيني اقدس تي چڙهي سر مبارڪ
بدن کان خنجر سان جدا ڪيو انهيءَ موقع تي مرزا
دبير چيو آهي .

ايسا نمازي ڪوئي نه تها جيسا شبير تا
اڪبر ڪهتي اڪبر هو گيا

حضرت امام حسين جي شهادت کان پوءِ سڀني
شهيدن جا سر بدن کان جدا ڪري نيزن تي سوار
ڪيا ويا امام حسين جو سر مبارڪ نوڪ نيزة تي سورة
ڪهف جي تلاوت ڪندو رهيو انهيءَ موقع تي هڪ
شاعر چيو آهي .

پڙها نيزه په هے شه نے ڪلام الله بسم الله

حضرت امام حسين جي شهادت بعد شامي لشڪر
خيمي اهلبيت اطهار کي ڪٽي باهه ڏني ۽ هن وقت
آواز بلند ڪرڻ لڳا بقول شاعر .

لوٹو لہر کانت علیؑ و بتول کو
قیدی بنا کي لي چلو آل رسول کو

۽ ٻيو حضرت امام زين العابدين کي طوق ۽ زنجير
ھڻائي قيدي بڻايو ويو مستورات عصمت اھلبيت کي
ب قيدي کري ھليا ھي اھو امتحان ھو جنھن جو
ذکر قرآن شريف جي سوره بقره آھي يعني ( اياس ٻا
ٻرکانس ) لمبر ١٥۴ سورت بقره

ولنبلونکم بشئي من الخوف والجوع ونقص من
الاموال والانفس والثمرات و بشرالصابرين الذين إذآ أصابتھم
مصيبة قالو إناالله وإنا إليه راجعون

يقين اسان امتحان وٺون ٿا خوف ڏيارڻ سان ۽ بک
اُڃ سان مال جان ۽ اولاد سان ۽ ( اي رسول ) اھڙا
صابر جو مصيبت جي وقت پڙھي چون ٿا ته اسين خدا
جا آھيون ۽ وري خدا جي طرف وڃڻ وارا آھيون .
اھو امتحان حضرت حسين ۽ سندس اھلبيت کي ڏيڻو پاس
ٿيا. ھن موقع تي سيد ثابت علي شاه فرمائي ٿو.

سات ري سردار قيدي کربلا مظلوم جا
سر کليا ماتم کندا جڏھن شام ڏي روئندا ھليا
ٿي پيو جنھن کھين کي ھي ٻوارت آھن کڏھن سندا
ھن چيو آھيون مدينه جا مسافر مبتلا
جڏھن حسين ابن علي ھن سات جو سردار ھو

لڏ هين وڏو هئين قافلي جو قدر ۽ مقدار هو
دائما جنهن ٽول لئه هن دولي چوڪيدار هو
۽ ادب کان هن جي هرڪو خاص خدمتگار هو
اڄ حسين ابن علي جا آهه آوارا اسير
ڪا وڃن پرديس پر وس واهه ويچارا اسير
شوم ڪئون نامحرمن جي هٿ مرڻ هارا اسير
واءِ ڏٺين روئندي هليا هيءَ حادثي ماريا اسير
گوش ڪن اي آسمان آه غريبان حسين
صبح محشر شد ابين شام غريبان حسين

ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت امام حسين عليه السلام مسلمانن جي لاءِ چراغ هدايت ڇڏيو جو تمام قيامت تائين وسرڻ ۽ وسامڻ وارو نه آهي. حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت مان اسان کي دنيا جي عيش عشرت ۽ دولت کي فاني ۽ هيچ ڄاڻڻ ۽ دين اسلام تي يقين رکڻ ۽ دين جي معاملي ۾ ڪنهن زبردست حاڪم کان خوف نه ڪرڻ ۽ بهادري ۽ استقلال کي قائم رکڻ ۽ هر حالت ۾ صبر ۽ شڪر ڪرڻ ۽ خدا کي ياد ڪرڻ ۽ ڪهڙي نه مصيبت ۽ ڏکئي وقت ۾ پنهنجن جو هوش ۽ عقل سنڀالڻ ۽ پنهنجي آخري وقت ۾ پنهنجي پروردگار عالم جي درگاهه عالي ۾ سر سجود هڻڻ جا سبق ملن ٿا. ياد رهي ته حسين ابن علي

حضرت محمد رسول الله خاتم النبيين جو پيارو ڏوهٽو
هو ۽ امام المسلمين هو جنهن کي دنيا جا سڀ مال خزانا
دولت عزت آبرو ۽ غلام نوڪر سڀ موجود هئا ۽
جنهن جي ڪمس شاهان ڪسرا جهڙن پيو ڏنون هيون ۽
جنهن جي آڏو پانهنجا يار انصار فرمانبردار حاضر هئا پر
پنهنجي ناني جي دين جي عزت ۽ صداقت بچائڻ
لاءِ سڀڪجهه قربان ڪيائين ۽ پنهنجو سر به قربان ڪيائين
۽ حضرت محمد مصطفيٰ جي دين ۽ ملت جي هڪ
اکر کي به ميٽڻ نه ڏنائين يزيد ظالم جو شراب ۽ راڳ رنگ
جوا کي وڌو ۽ تمام اسلامي احڪام ڪان برگشته ٿي
چڪو هو ۽ ڪنهن به طرح هڪ اسلامي خليفي ٿيڻ
جي لائق نه هو انهيڪري حضرت امام حسين هن جي
خلافت کي رد ڪيو ۽ اسلام پر رکڻ وڃڻ کي پسند نه
ڪيو ۽ اسلامي عمارت کي ڪرندو ڏسي پنهنجي
ناني جي سچي دين کي بچائڻ لاءِ پنهنجي جان کي
پاڻي بنايو ۽ پنهنجي گوشت جي رت کي گارو بنايو
۽ دين جي بنياد وڌي. هن موقعي تي خواجه معين الدين
چشتي هن طرح چيو آهي :-

شاه هست حسين    بادشاه هست حسين
دين هست حسين    دين پناه هست حسين
سر داد نداد دست در دست يزيد
حقا که بناء لا اله هست حسين

حضرت امام حسين ابن علي جهڙا دين جي سچي
خدمت مال جان اولاد ۽ سر قربان ڪري ڪئي
آهي اهڙي خدمت ڪنهن به مذهب يا دنيا جي
تاريخ ۾ ڇهه حضرت آدم کان حضرت محمد مصطفيٰ
تائين هزار ورق گرداڻي سان نه ملي سگهندي.

پادري جيمس ڪاڪرن يورپي مدبر جنهن چئن
جي تواريخ لکي آهي لکي ٿو ته دنيا جهان ۾ وڏا وڏا نامور
پهلوان ٿي گذريا آهن جن جا ڪارناما صفحه هستي تي
موجود آهن انهن مان هڪ رستم پهلوان به مشهور آهي
پر حضرت حسين بن علي جي پهلواني اڳيان رستم جو
نالو وٺڻ به موزون نه آهي. حضرت حسين کي ڪوڙڪو
زبردست دشمن جي لشڪر جو مقابلو ڪرڻو نه هو پر
هن اهڙي زبردست مصيبتن جو مقابلو ڪرڻو هو هڪ
پاسان دشمن جو لشڪر موجود هو ٻئي پاسان بک
۽ اڃ جي مصيبت کي منهن ڏيڻو هو ۽ ٽي روز بنا پاڻي
جي پنهنجي معصوم ٻچن جي آه زاري ۽ العطش جو
آواز جگر ڏاريندڙ هو ۽ پنهنجي پٽن ڀائرن ڀائٽن يارن
انصارن جو اکين اڳيان بي گناه ڪسڻ ڏسڻو هو ۽
پنهنجو موت به پنهنجي سان اکين آڏو ڦري رهيو هو
انهو به يقين هو ته منهنجي شهادت بعد منهنجا تنبو
طولان لٽيا ويندا ۽ جلايا ويندا ۽ اهلحرم کي قيد ڪري
ٻئي شهر بشهر ڦيرو ڪيو ويندو اهي سڀ مصيبتون

حضرت حسين جي نظر اچي رهيون هيون. پر آفرين
صد آفرين اي حسين ابن علي تنهنجي همت ۽ صبر ۽
بهادري تي آهي جو تو هيتري سڀ مصيبتن کي منهن
ڏنو ۽ تنهنجي مردانگي، استقلال، هوش ۽ عقل ۾ ڪو فرق
نه آيو ۽ تو اسلام دين تان سڀ ڪجهه قربان ڪري
ڇڏيو ۽ باطل ظالم حڪومت اڳيان ڪنڌ نه نمايو. اهل
اسلام خواه ساري مخلوقات عالم کي تو سچ ۽ صبر جو
۽ همت جو ۽ قرباني جو ۽ دنياوي عيش عشرت
کي هيچ ڄاڻڻ جو ۽ زندگانيءَ جي بي بقا هجڻ جو ۽ هر
حال ۾ خدا جي شڪر ڪرڻ جو ۽ ياد خدا جو سڄي
جهان کي سبق سيکاريو ۽ الهي خدمت ۽ صداقت جو مثال
هميشه دنيا ۾ ياد رهندو. لکيتا ته شهادت حضرت امام
حسين جي خبر جڏهن تمام اسلامي ملڪن ۾ مشهور
ٿي ويئي تڏهن مڪي معظم ۾ عبدالله ابن زبير مڪي
جي سڄي شهر جي ماڻهن کي گڏ ڪيو ۽ جامع مسجد
۾ منبر تي چڙهي هڪ خطبو پڙهيو جنهن ۾ حضرت
امام حسين جي شهادت جو ذڪر ڪيو ۽ چيو ته اي
مسلمانو اهل عراق وڏا مڪار ۽ غدار آهن حضرت امام
حسين کي دعوت ڏئي گهرايائون ته اسان تنهنجي بيعت
ڪنداسون جڏهن حضرت حسين آيو ويو ته کيس
قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ چيائون ته يزيد جي بيعت
قبول ڪر حضرت حسين ذلت جي زندگي کان عزت جي

موت کي وڌيڪ پسند ڪيو ۽ خدا جي رحمت هجي
حضرت امام حسين تي ۽ جن هن کي قتل ڪيو ۽ هن
جي قتل تي راضي رهيا انهن سڀني تي خدا جي لعنت
آهي ۽ قسم آهي خدا جو ته امام حسين عليه السلام
ڏينهن جو روزا رکڻ وارو هو ۽ رات جو خدا جي عبادت
ڪرڻ وارو هو ۽ حضرت رسول خدا جو سچو جانشين
هو. حضرت حسين قرآن شريف تي عمل ڪرڻ وارو هو
۽ يزيدي دربار ۾ سدائِ رنگ روپ ۽ راڳ ٿيندا هئا
۽ حضرت حسين جي دربار ۾ سدائِ قرآن شريف جي
تلاوت ٿيندي هئي ۽ يزيدي دربار ۾ طرحين طرحين
جا بدعتي ڪم ڪيا ويندا هئا ۽ حضرت حسين جي
دربار ۾ خوف خدا کان روئڻ جو آواز ٿيندو هو ۽
يزيد جي دربار ۾ شراب خوري ٿيندي هئي ۽ مجلس
۾ چنگ ۽ رباب وڄايا ويندا هئا ۽ حضرت حسين جي
دربار ۾ سڄي رات نماز تهجد ۽ نوافل پڙهيا ويندا هئا
۽ سدائِ ذڪر خدا ۾ مشغول رهندا هئا. بصره ۾ جڏهين
حسين جي شهادت جي خبر ملي تڏهين حسن بصري
ماڻهن کي گڏ ڪيو ۽ هي خطبو پڙهيو اي مسلمانو
ذليل آهي اهو گروهه جنهن جي حرامزادي شخص
حضرت رسول جي دختر جي فرزند کي شهيد ناحق
ڪيو قسم آهي خدا جو ته التحقيق بدلو وٺندو رسول
خدا حضرت حسين جو لالو يزيد بن معاويه کان پوءِ امام

حسين جي ماتم ۾ ساري عمر روئندو رهيو جو اکين
لي سوچ چڙهي ويس ۽ چوندو هو ته هاء افسوس جو
آءُ حضرت امام حسين تان پنهنجي جان قربان ڪري
نه سگهيس. ليڪن ته آل رسول جو ذليل ڪري قيد
ڪري ڪربلا کان ڪوفي ۽ ڪوفي کان شام ڏي
يزيد ظالم جي دربار ڏي وٺي ويا ۽ حضرت امام
زين العابدين عليه السلام فرمائي ٿو ته جيڪا سختي اسان
کي شام ۽ دمشق ۾ ڏسڻي پئي سا ڪربلا جي قيامت
جهڙي واقع کان به سخت هئي ۽ يزيد ۽ سندس ظالم
وزير زبان ڪري سڀن لي ويٺل هئا ۽ حضرت رسول
جا يتيم اهلبيت پيرن پر اڀا هوندا هئا ۽ حضرت
زينب خاتون بنت حيدر ڪرار کي عام دربار ۾ آڻايو
ويو آهي موقعي تي مرزا دبير عليه الرحمه چوي ٿو.

اڪ وقت تها ظالم آفت ڪي گهڙي تهي
سر ننگے زينب سر بازار کهڙي تهي

سيد ثابت علي شاهه هن طرح فرمايو آهي :-

ڪربلا جو قافلو جڏهن آيو شهر شام ۾
روج پيو محشر جو گهر گهر خلق خاص و عام ۾
ڪنهن ڏٺو هو ڪو نه اهڙو حال تو اسلام ۾
در بدر آل نبي اهل دغا جي دام ۾
جڏهن آل رسول کي قيدي ڪري يزيد ظالم

جي درٻار ۾ آندو ويو ته هن اهڙو منظر قيامت جهڙو
هو جهڙو دنيا جهان ڪڏهن نه ڏٺو هوندو ۽
آل رسول کي خلق جي اڳوڻ ۾ بنا چادر ۽ برقعه جي
آڻڻ قيامت کان گهٽ منظر نه هو. جڏهن حضرت
بيبي زينب خاتون کي يزيد بي حيا جي درٻار آندو
ويو ته هن دائي فضه پاڻ دختران علي ۽ فاطمه جي
اڳيان بيهي وجود جو ڍال ڪري بيٺي. يزيد جي
سپاهين فضه دائي کي ڇڙڪ ڏنا ته تون هٽي بيه
ته يزيد رسول جي ڏوهٽي کان اظهار وٺي ته هن
دائي فضه هٽڻ کان انڪار ڪيو ۽ جڏهن حبشي
سپاهي بيٺل هئا تن ڏي نهاري چوڻ لڳي ته اي
حبشيو اوهان مان ته شايد غيرت لڪي ويئي آهي
جو آءٌ هڪ اوهانجي قوم جي عورت آهيان جنهن
کي حاڪم جي درٻار ۾ بيعزتو ڪيو ٿو وڃي ۽
اوهان ڏسي رهيا آهيو ته هن حبشي سپاهي تلوارون
ميان مان ڪڍي پنهنجي قوم جي عورت جي بچاءُ
لاءِ اٿي کڙا ٿيا ۽ يزيد کي چوڻ لڳا ته حبشي عورت
جي بي عزتي اسان ڏسي نه سگهنداسين تون پنهنجو
حڪم واپس وٺ ورنه تنهنجو خير نه هوندو انهن جي
گوڙ ڪرڻ تي يزيد پنهنجو حڪم واپس ورتو مگر
افسوس جو يزيد بي حيا کي ايترو نه هيو ته آءٌ جهڙو
هڪ عورت لاءِ حبشي سپاهين کي آيو. لکڻ ته يزيد

بي حيا لعين سختي ۽ تنگي ۽ مغروري سان آل
رسول جي پيش آيو ۽ گهڻي ستايائين ۽ ڏکوئڻ کان پوءِ
حڪم ڏنائين ته آل کي زندان ۾ رکيو وڃي ۽ منجهن
سختي ڪئي وڃي.

هڪ ڏينهن روز جمع جي يزيد اهل شام کي
مسجد ۾ گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ حضرت امام زين
العابدين کي گهرايو ويو ۽ خطيب کي يزيد حڪم ڏنو
ته اوهين منبر تي چڙهي خطبو پڙهه ۽ حضرت علي
۽ هن جي توهين ۽ ذليل بيان ڪر. خطيب حڪم
موجب خطبو شروع ڪيو ته جڏهن حضرت امام
زين العابدين. پڪار ڪري چوڻ لڳو ويل هجي توتي
اي خطيب تو ماڻهن جي خوش ڪرڻ لاءِ خدا کي
ناراض ڪيو ۽ امام پاڪ يزيد کي چيو جيڪڏهن
تون اجازت ڏين ته آئون خطبو پڙهان جنهن کان خدا
به راضي ٿئي خدا جي مخلوقات کي سچي هدايت ٿئي
پر يزيد اجازت نه ڏني پر عام حاضرين مجلس چوڻ
لڳا ته هي حجازي مديني رسول جو سيد آهي هن
کي اجازت ڏيو ته هي خطبو پڙهي اسان هن جو سڻڻ
ٿا گهرون جڏهن يزيد امام صاحب کي اجازت ڏني
حضرت امام زين العابدين حمد خدا ۽ خلف رسول
خدا منبر تي چڙهي خطبو پڙهڻ شروع ڪيو اول
صفت خدا جي بيان ڪئي بعد درود شريف رسول

خدا تي پڙهي فرمايو ته اي مسلمانو خداوند ڪريم
جو شين انهنکي عطا ڪيون آهن ۽ ستن فضيلتن
۾ انهنکي تمام اهل اسلام تي فضيلت ڏني آهي
۽ جيڪي ڇهه فضيلتون آهن سي هي آهن - علم ۔ حلم
- جوانمردي - فصاحت - شجاعت - اهل ايمان جي
دلين ۾ محبت ۽ فضيلت ڏني وئي آهي ستين فضيلت
مان هڪ هي آهي ته حضرت محمد نبي مختيار انهن
مان آهي ۽ صديق اڪبر علي مرتضيٰ انهن مان آهي ۽
حضرت جعفر طيار انهن مان آهي ۽ سبطين رسول
امت جا سردار انهن مان آهن ۽ انهنکي جيڪو
سڃاڻي ٿو سو سڃاڻي ۽ جيڪو مونکي نٿو سڃاڻي
تنهن کي آءٌ پنهنجي حسب نسب کان خبردار ڪريان
ٿو اي مسلمانو آئون آهيان فرزند مڪه ۽ منا جو ۽
آئون آهيان فرزند زمزم ۽ صفا جو ۽ آئون فرزند آهيان
انهي بزرگوار جو جنهن پنهنجي چادر ۾ حجر اسود
کي کنيو ۽ آئون آهيان فرزند انهي جو جو حج ڪري
واري ۽ سعي ڪري واري کان بهتر آهي ۽ آئون آهيان
فرزند ان جو جنهنکي براق هوا ۾ کنيو ۽ آئون آهيان
فرزند انهي جو جنهنکي خدا سير ڪرايو بيت الله کان
مسجد اقصيٰ تائين آئون آهيان فرزند انهي جو جنهنکي
جبرئيل سدرت المنتهيٰ تائين وٺي ويو ۽ آئون آهيان فرزند
انهي جو جنهن ملائڪن کي آسمان تي نماز پڙهائي آئون

آهيان فرزند الهي ۽ جو جنهن جي طرف خداوند ڪريم
وحي فرمائي آئون آهيان فرزند جناب محمد مصطفيٰ جو
آئون آهيان فرزند علي مرتضيٰ جو جنهن احد بدر حنين
خيبر فتح ڪيو آئون آهيان فرزند فاطمه بنت رسول الله
جو آئون آهيان فرزند خديجه الڪبريٰ ام المومنين جو
آئون آهيان فرزند هن مظلوم جو جنهن کي بي گناه شهيد
ڪيو ويو آهي ۽ جنهن جي لاش کي ڪربلا جي ميدان ۾
بي گور و بي ڪفن ڇڏيو ويو آهي آئون آهيان فرزند
الهي جو جنهن جي لاءِ آسمان جي فرشتن روئو ۽ زمين
۾ جنات روئو ۽ هوا ۾ پکين روئو ۽ آئون آهيان فرزند
الهي ۽ جو جنهن جو سر ڏيڏي نيزي تي چاڙهي شهر
بشهر ڦيرايو ويو آهي آئون آهيان فرزند الهي جو
جنهن جي اهلحرم کي بيگناهه قيد ڪري شهر بشهر
ڦيرايو ڪيو ويو آهي اي مسلمانو آءٌ شڪر ٿو
ڪريان خداوند ڪريم جو جنهن اسانکي هر امتحان ۽
مصيبت ۾ ثابت قدم رکيو جنهن اسان کي علم هدايت
۽ عدل ۽ انصاف ۽ تقويٰ عطا ڪئي . اهو خطبو ٻڌي
عام ماڻهو ڇڏڪون ماري روئڻ لڳا ۽ يزيد ملعون کي
خوف ٿيو ته متان ماڻهو ڦري ويندا ته اذان ڏيڻ
جو حڪم ڏنائين تنهن مؤذن چيو الله اڪبر امام
چيو ڪابه شيءِ الله کان وڏي نه آهي وري مؤذن
چيو اشهد ان لا اله الا الله تنهن امام چيو منهنجو

ست پوست ۽ رت سڀ شاهدي ٿا ڏين ته الله
وحده لاشريڪ آهي ۽ ٻيو ڪو به خدا نه آهي مؤذن
چيو ته اشهد ان محمد الرسول الله ٻڌي امام منبر تان
هيٺ لهي آيو ۽ چيائين ته اي يزيد محمد رسول الله
منهنجو جد آهي يا تنهنجو جد آهي جي تون چوندين
ته منهنجو ڏاڏو آهي ته اهو ڪوڙ ڪو به قبول ڪونه
ڪندو ۽ هر صورت ۾ لوڪ قبول ڪري ٿو ٻولندو ته حضرت
محمد رسول منهنجو ڏاڏو آهي پوءِ تو ڇو هن جي آل
عترت کي قتل ڪيو يزيد ڪجهه به جواب ڪونه ڏنو
لڪتا ته هن محل ڪچهري ۾ عام مسلمان ۽ ڪي اصحاب
رسول به موجود هئا تن يزيد کي گهڻي ملامت ڪئي
۽ شرمايو پوءِ يزيد انهن کي ڪچهري مان اٿاري ڇڏيو
هڪ رات يزيد پليد خوفناڪ خواب ڏٺو جنهن ۾
حضرت رسول الله يزيد کي سخت ڌمڪي ڏني آهي
ته اي ظالم تو منهنجي آل سان ڪهڙو ظلم روا رکيو
آهي ۽ هاڻي يتيم مديني جي مسافرن کي موڪل ڏي
نه ته نه تون هوندين نه تنهنجو تخت هوندو ۽ يزيد گهڻو
شرمندو ۽ پشيمان ٿيو امام زين العابدين عليه السلام کي
گهرائي عزت سان چوڻ لڳو ته اي امام زين العابدين
تون مون کان امام حسين جي خون جي عوض (هڪ
مومن جو ڳالهه جو اڳ آڻي رکيو هئائين سو آڇڻ لڳو ۽
چوڻ لڳو ته) رت ۽ معافي ڏي. حضرت علي ابن

حسين چيو ته منهنجي ٻانهي جي خون جي وار
جي ٻڪي آهي تنهن ملعون چيو هو ته اون ش
جناب بي بي زينب خاتون بنت فاطمة الزهرا
خدمتگار والدن کون ۽ طمع ز و جي ڏ ٻاري تنهن ت
جناب زينب خاتون فرمايو ته حضرت حسين جي خون
جي عوض هڪ ٿالهه چانگر هڪ وار جو عوض سڄي
دنيا جون ٻادشاهيون به نه آهن ۽ حضرت حسين جي
خون جا وارث نانو محمد مصطفيٰ ۽ ٻابو علي المرتضيٰ
۽ منهنجي امان فاطمة الزهرا آهن اهي تو کان ڏينهن محشر
جي ڏينهن خون ناحق بابت پڇندا ۽ اسان هرگز معاف
ڪري نه سگهون. پوءِ امام زين العابدين کي يزيد
چيو ته تون امام حق جو آهين تون منهنجي اهڙي دعا
تعليم ڪر جو خدا ۽ رسول منهنجي توبهه قبول ڪن
تنهن امام حق يزيد کي دعا توبهه جي قبول ٿيڻ
واري ٻڌائي. جڏهن يزيد اها دعا سکڻ لڳو ته غشي
جو مرض ٿي ويس پوءِ جڏهن هوش ۾ آيو تڏهن
امام زين العابدين فرمايو ته اي يزيد تنهنجي قسمت
چڱي نه آهي جو هي دعا تو کي حاصل ٿي نه
سگهي ۽ تون شايد خدا جي درگاهه مان رد ٿي چڪو
آهين. پوءِ يزيد حضرت امام زين العابدين کي چيو ته
هاڻي اوهان ڪٿان قيد ڇٽو چاهيو ٿا يا مديني ۾
وڃو تنهن امام ۽ اهلبيت اظهار چيو ته اسان مديني

ويندا سون- پوءِ يزيد هڪ سرڪاري ماڻهو انهن سان
جولم کي حڪم ڏنو ته هن مديني جي مسافرن کي
مديني پهچائي اچو پوءِ انهن جولم حضرت امام
حسين جي مظلوم ۽ يتيم قافلي کي ساٿ ڪري مديني جي
طرف روانو ٿيو- آخر ڪار هن منزل تي پهتا جتي هڪ
رستو مديني وڃڻ وارو هو ۽ ٻيو رستو ڪربلا ڏانهن
ويندڙ هو تڏهن حضرت آل محمد چيو ته اي انهن
پهريون اسان ڪربلا ويندا سين ۽ پوءِ مديني منوره- پوءِ
انهن ان جولم اهلبيت کي ڪربلا ۾ آندو لڪڪتا لـ
جڏهن لٽيل قافلو ڪربلا ۾ آيو اتي اڳي مديني مان
هڪ قافلو حضرت جابر بن عبدالله انصاري سان
حضرت امام حسين جي زيارت لاءِ آيل هو پوءِ آل
رسول ۽ اصحاب رسول گهڻي وقت تائين گڏجي
حضرت امام حسين عليه السلام جي مجلس غم اوتا
ڪئي- هن وقت اهڙو روح هو جو زمين کان آسمان
تاءِ روئڻ جو آواز ٿي آيو ۽ انهن ڏينهن کان مجلس عزا
۽ ماتم ڪرڻ جو رواج شروع ٿيو جنهنجي پيشگوئي
حضرت آدم کان هلندي آئي ٿي جو حضرت خاتم
الانبيا ۽ حضرت علي المرتضيٰ ۽ حضرت فاطمه الزهرا
تائين پهتي- آخر قافلو اهلبيت رسول جو ۽ اصحاب رسول جو
حضرت امام حسين جو ماتم ۽ مجلس ڪري مديني منوره
جي ويجهو پهتا تڏهن حضرت امام زين العابدين انهن

بن جزلم کي چيو تہ تون وڃي مديني ۾ اسانجي خبر
اچڻ جي ڏي. پوءِ اسان شهر ۾ هلندا سون ۽ بشير جو
والد جزلم شاعر هو تون بہ شعر چوندو آهين يا نہ. بشير
عرض ڪيو تہ آئون بہ چوندو آهيان پوءِ بشير شهر
مديني ۾ آيو ۽ مسجد نبوي جي هڪ منار تي چڙهي
وڏي آواز سان پڪارڻ لڳو تہ اي اهل مدينہ هاڻي
مدينو رهڻ جي قابل نہ آهي ڇو تہ سردار مدينہ
حضرت امام حسين ڪربلا جي پٽ زمين تي رنج
الم سان شهيد ٿي ويو آهي ۽ هن جي لاش مبارڪ
ڪيترا ڏينهن اڻ دفن ۽ بيڪفن رهي آهي ۽ هن جو
سر وڏي نوڪ نيزه تي چاڙهي شهر بشهر ڦيرايو ويو
۽ اهل حرم قيد ڪري شهر بشهر ڦيرايا ويا اي
اهل مدينہ آئون اوهان کي خبر ٿو ڏيان تہ حضرت
امام زين العابدين ابن الحسين پنهنجي اهل عيالن سان
وارد ٿيو آهي ۽ توهانجي شهر جي ٻاهران لٿل آهي
غلام حسين ڪاشفي لکي ٿو تہ بشير ابن جزلم جو آواز
اهڙو غمناڪ هو جو گويا مديني ۾ قيامت برپا ٿي ويئي
۽ هرڪو مسلمان مرد خواه عورت صغير ڪبير مٿي ۽
پيرين اگهاڙا گهرن مان ٻاهر نڪري آيا ۽ اهڙو ماڻهن
جو انبوه ٿي ويو جو گهوڙي تي چڙهي هلڻ جي جاءِ
ڪانه هئي ۽ هرڪو پيرين پيادو ٿي هليو ۽ اهڙو ماتم
برپا ٿي ويو جهڙو حضرت رسول خدا جي وفات جي

ڦٽڻ لڳو هو پوءِ سڀ ماڻهو حاضر هئا مگر امام
زين العابدين جي ٻنا امام زين العابدين خيمي جي اڳيان
ڪرسي تي ويٺل هو جڏهن ماڻهن حضرت امام عليه
السلام کي ڏٺو تڏهين بلند آواز سان يا محمد يا حسين
جا نعره بلند ڪيا پوءِ حضرت امام زين العابدين چيو
ته ٿورو خاموش ٿي وڃو پوءِ ماڻهو چپ ڪري ويا
تڏهن حضرت امام زين العابدين خطبو پڙهيو ۽ امام
حسين جي مجلس شروع ڪئي ۽ چيائين ته اڄ حمد
ثنا خدا جي ڪريان ٿو جنهن اسانکي بزرگي عطا ڪئي
۽ صبر جميل عطا فرمايو ۽ مصيبتن سان امتحان ورتو
مگر شڪر آهي الهي باريتعاليٰ جو جنهن جي امتحان ۾
اسان پاس ٿياسون ورنه ته دان مبين رسول ۾ وحد
ٽٽي ويو هو جو امام حق لاءِ شهيد ٿي حق
جو رستو صاف ڪري ڏيکاريو نبيءَ جي عترت
کي قيد ڪيو ويو ۽ انجي اهلحرم کي شهر بشهر گهمايو
ڪيو ويو ۽ هن جو سر اقدس نوڪ نيزه تي چاڙهيو
ويو ۽ شهر بشهر ڦيرايو ويو هي اها مصيبت آهي جنهن
آدم کان وٺي اڄ تائين صفحه دنيا تي پهريون مثال نه
ٿي رکي- اي مسلمانو اهو ڪهڙو آهي جو انهي بزرگوار
جي قتل جو واقعو ٻڌي غمگين نه ٿئي مگر چوڏهن
طبق هن مصيبت تي روئا آهن ۽ دريا هن مصيبت ۾
موجزن ٿيا آهن ۽ آسمان پهريون رنگ تبديل ڪري

غمناڪ ٿيڻ جي تصديق ڪئي. جنهن ارڙهن هزار قسم
جي مخلوقات عالم شهود ۾ غم ظاهر ڪيو اي مسلمانو
اهو ڪهڙو سنڌو آهي جو اهڙي غم ۾ شڪسته نه ٿئي
اي مسلمانو اسان سفر ڪيو اهڙي حالت ۾ جو
ٻار ڍيسي ۽ قيدي هئاسون مثل ترڪ ۽ ڪابل جي
حالانڪ اسان ڪو به گناهه ڪونه ڪيو هو ۽ نڪو اسلام
۾ ڪو ڦنو وڌو هو ۽ هرڪو ڄاڻي ٿو ته حضرت رسول
ڪريم اسان سان نيڪي ڪرڻ جي وصيت فرمائي
پس انا لله و انا اليه راجعون.

لکيتا نه هن مجلس کان پوءِ هر روز مديني منوره ۾
آل رسول جي گهرن ۾ مجلس ٿيندي رهندي هئي
امام زين العابدين حضرت امام حسين لاءِ پڙهندي باقي
ساري حياتي جا چاليهه سال رئندو رهيو اهو سلسلو
آل نبي ۾ جاري رهيو ۽ هلندو آيو جو تمام دنيا جهان
۾ پکڙجي ويو جتي جتي اهل اسلام جا ماڻهو آهن اتي
حضرت امام حسين جي مجلس ۽ ماتم ٿيندو رهي ٿو
۽ روز قيامت تائين اهو سلسلو جاري رهندو. علامه ابن
حجر مڪي صواعق محرقه ۾ ۽ علامه حسين ڪاشفي
روضة الشهداء ۾ ۽ علامه شهاب الدين شافعي ۽ ٻيا
ڪيترا محدث پنهنجي پنهنجي ڪتابن ۾ لکي ويا
آهن ته جڏهن روز قيامت ٿيندو ته هن تمام مخلوقات
عالم انبياء و اوليا ملائڪ اقطاب و ابدال هرهڪ جن

و انسان حاضر هوندا هن وقت هڪ منادي خدا جي
حڪم سان ٿيندا ڪندو ته اي اهل محشر پنهنجا سر
جهڪايو ۽ پنهنجون اکيون بند ڪريو جو حضرت فاطمه
الزهرا عرصه محشر ۾ اچي ٿي علامه حسين ڪاشفي
ڪتاب روضة الشهدا ۾ لکي ٿو.

جناب فاطمه بيايد بعرصهٔ محشر
سر عمامهٔ پدر او و ساقيء کوثر
بگيرده بر سر ڪفن جامهٔ حسين
بدست گوهر دندان سيد ثقلين
ڪشيده موه وخرا شيده لوح خوان
به امتي ڪه فتند سر زه دو زمين نهاد
گرفته فاطمه عرش ڪبريا را
ڪند بيان حديث شهيدان ڪربلا را

ترجمه جناب خاتون معظمه دختر رسول محشر جي
ميدان ۾ ويندي مٿي تي عمامه نبي دستار جناب
علي جي هوندي جا ابن ملجم جي هٿان مسجد ڪوفه
۾ رنگين ٿي هئي ۽ هٿن ۾ حسين جون خون پريون
قميصون ۽ پيراهن هوندا ۽ هڪ هٿ تي ڏند مبارڪ
جناب رسول جو احد جي ميدان ۾ شهيد ٿيل هوندو ۽
ٻئي ۾ پاڪ چهرو وقت ايندي ته واو ڪلول هوندا ۽
فرياد ڪندي روئندي ايندي اها حالت ڏسي تمام

مخلوق سڀ ڏسن ٿي رڪندي اي اي هاڪ پاڻو هرش
خدا جو وٺندي ۽ قصہ ڪربلا جو ۽ جملہ اهلبيت جي
مصيبتن جو بيان ڪندي ۽ واقعہ ڪربلا جو بيان ڪندي
جو تمام اهل محشر ٻڌي نالان و گريان هوندا گويا
ميدان محشر مڪان مجلس ٿي ويندو ۽ ٻڌڻ وارا سڀ
مخلوقات خدا هوندا ۽ حضرت فاطمہ عليہا السلام حضرت
امام حسن جو ذڪر شهادت ٻڌائيندي ۽ حديث
جي آخري فقري ۾ آهي تہ جڏهن مجلس ختم
ٿيندي تڏهن رسول خدا ۽ حضرت فاطمہ زهرا هن
ماڻهن جي حق ۾ دعائي خير جي گهرندا جن ماڻهن هن
جهان ۾ مجلس امام حسن جي قائم ڪئي هوندي ۽
شهادت امام حسن لاءِ ڳوڙها ڳاڙيا هوندا ان جي حق
۾ شفاعت ڪندا ۽ دشمنان آل رسول ۽ منڪران خدا و
رسول کي جهنم حوالي ڪرائيندا.

فقط والسلام

## تمت بالخير

ڪاتب الحروف سيد امير تصدق حسين شاہ المعروف
بہ سيد صادق حسين شاہ نقوي

نوشتہ بماند سياہ بر سفيد    نويسندہ را نيست فردا اميد

هي ڪتاب پنجتني اماميه (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ

پريس اسٽيشن روڊ حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو

۽

وڏيري حاجي مصري خان لغاري بلوچ زميندار

واگهوڙي جي چوراسي تعلقه جمس آباد مان شايع ڪيو